علمي، ادبي، اصلاحي، سلسليوار




# رَهبرِ شريعت

حيدرآباد

# SHARIAT GUID


ذوالحج، محرم الحرام، صفر المظفر1445_46 بمطابق 2024

شمارو نمبر 40



چيف ايڊيٽر شيخ التفسير والحديث حضرت مولانا **مفتي حبيب الله مدني حقاني** جامعه عربيه مفتاح العلوم حيدرآباد


- درس قرآن
- ڏاڙهي ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ ۾ نقصان ۽ خرابيون
- هڪ عيسائي قيديءَ جا انڪشافات
- عورتن کي سيڪان وڌيڪ تحفظ عزت ۽ احترام اسلام ڏنو آهي
- وظائف
- عورت مذهبن جي آئيني ۾ قسط 3:
- انب جا فائدا



اولاد جي تربيت جا سنهري اصول

اولاد جي ظاهري و باطني تربيت


خط وڪتابت لاءِ

المرڪز: رهبرِ شريعت جامع مسجد علي المرتضيٰ ڪريم ڪاٽيجز نزد راحت پيٽرول پمپ قاسم آباد بائي پاس حيدرآباد 0300-2212612

ملڻ جو هنڌ

مدرسه دارالعلوم پرياڻوءِ جامع مسجد عائشه صديقه رضي الله عنها

بائي پاس روڊ پرياڻوءِ ضلعو خيرپور ميرس

مدرسه بحرالعلوم عالماڻي

جامعه دارلعلوم گل افشان رجسٽرڊ

گلشن خير محمد ڪالوني ويجهو پاڪولا فيڪٽري، لطيف آباد حيدرآباد

0330-2516666

ناشر: مجلس علماء سنڌ



علمي - ادبي - اسلامي - اصلاحي - سلسليوار
۽ سنڌي زبان ۾ منفرد انداز سان شايع ٿيندڙ رسالو

# رهبرِ شريعت

ذوالحج، محرم الحرام، صفر المظفر 1445_46 بمطابق 2024

جلدنمبر: 12 / شماره نمبر: 40

استاذ العلماءِ
حضرت مولانا
**ڊاڪٽر محمد ادريس سومرو**
صاحب
شيخ الحديث جامعه انوار العلوم ڪنڊيارو

استاذ العلماءِ
حضرت مولانا
**مفتي حبيب الله** صاحب
نائب مهتمم جامعه عربيه
مفتاح العلوم حيدرآباد

استاذ العلماءِ
استاذ الحديث جانشين قاسمي
برک عالم دين حضرت مولانا سائين
**محمد اسماعيل قاسمي**
مهتمم جامعه قاسميه سجاول

ولي ابن ولي حضرت مولانا
**سائين عبد الجبار عباسي**
سجاده نشين درگاهه عاليه راشديه قادريه حسنيه شاهپورچاڪر

## نگران اعليٰ
استاذ العلماءِ شيخ الحديث حضرت
**مولانا محمد رمضان قلپوٽو صاحب**
شيخ الحديث جامعه دارالهدي ٺيڙهي

## نگران
برک عالم دين
**حضرت مولانا محمد صالح خليق**

## مجلس مشائخ
بزرگ شخصيت استاذالعلماءِ شيخ الحديث
**حضرت مولانا سائين جان محمد**
شيخ الحديث جامعه اسلاميه ڪلفٽن ڪراچي
بزرگ شخصيت عالم باعمل **حضرت مولانا مسعود احمد سومرو** لاڙڪاڻو
بزرگ شخصيت **مولانا تاج محمد ناهيون**
بزرگ شخصيت حضرت **مولانا محمد احسن پٽوپريالوءِ**
استاد العلماءِ حضرت مولانا
**محمد علي پٽو الرا پريالوءِ**
حضرت مولانا محمد **انور پٽو پريالوءِ**
**محسنِ مدارس محترم حاجي گل محمد بلوچ**

## ايڊيٽر
**مفتي خالد محمود جوڻو**

## معاون ايڊيٽر
**نامور اديب مولانا شعيب الرحمٰن کهڙو**

## مشير ايڊيٽر
**حضرت مولانا احمد علي خاصخيلي**

## سب ايڊيٽر
**نعت خوان الحاج ڏٽي بخش چاچڙ**

## انچارج شعبه نشر و اشاعت
**حضرت مولانا مفتي محمد آصف خاصخيلي المؤمن**

## قانوني مشير
**ايڊووڪيٽ ڪريم بخش رند** (سپريم ڪورٽ آف پاڪستان)
**ايڊووڪيٽ الطاف حسين رند**
**ايڊووڪيٽ حيفظ الرحمان جوڻو**

## مجلس جسٽس
چيف جسٽس: نامور اديب مولانا سليم الله چوهاڻ
جسٽس: نامور عالم دين مولانا غلام ياسين گهوٽو
جسٽس: نامور ڪالم نگار حضرت مولانا عزيز الرحمن

## مجلس مشاورت
مولانا خليق الزمان ڪورائي
مولانا علي گل جمالي
محترم مجيب الرحمن پٽو پريالوءِ
مولانا مفتي حفيظ الرحمن ڪراچي
مولانا محمد ياسين پٽي

قاري سراج احمد جوڻو مولانا لقمان علي برفت
مولانا نصير خليق بروهي صاحب
محترم معراج احمد ڏيٽو صاحب، مولانا محمد شعيب عباسي
حافظ عبدالله پٽو پريالوءِ حافظ سعيد احمد شيخ

## رابطي لاءِ
0300-2212612

**خط و ڪتابت لاءِ المرڪز رهبر شريعت ڪريم ڪاٽيجز نزد راحت پيٽرول پمپ**
**نيشنل هاءِ وي انڊس پل سنڌو درياءَ قاسم آباد باءِ پاس حيدرآباد**

# فهرست

# درس قرآن

## شيخ التفسيروالحديث حضرت مولاناسائين ميرمحمد ميرڪ

جمع و ترتيب مولانا احمد علي خاصخيلي (چيئرمين يوسي ياڻو خان پٺاڻ)

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

الله تبارڪ و تعاليٰ هن سڄي سورت ۾ پنهنجي قدرت ڪامله جا دلائل بيان ڪري ٿو ۽ رسول جي رسالت ٻڌائي ٿو ۽ ان رسول جي رسالت تي پنهنجن دلائل قدرت ڪي بيان ڪيو آهي. هن سڄي سورت ۾ دلائل قدرت آهن ان ڪان پوءِ هن سورت جي آخر ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو ته جيڪڏهن مان نافرمان انسانن جي ڪري سزاڏيان ته هن ڌرتيءَ تي ڪجھ به رهي ها ڇوته زمين ۽ آسمانن مان مقصود اشرف المخلوقات انسان آهي پوءِ جڏهن اهي نه رهندا ته باقي جي رهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي.

بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ

’’اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ‘‘

سڀ تعريفون آهن الله تعاليٰ جي لاءِ جيڪوپيدا ڪندڙ آسمانن جو زمين جو. ’’فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ‘‘ ان جي اضافت بظاهر لفظي آهي پر حقيقت ۾ معنوي اضافت آهي ڇوته فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ‘‘ اها صفت آهي الله جي ۽ موصوف ۽ صفت ۾ مطابقت ضروري آهي ۽ فَاطِرِ السَّمٰوٰتِ وَالْاَرْضِ‘‘ ۾ اضافت لفظي آهي ۽ اضافت لفظي تعريف جو فائدو نه آهي ڏيندي. ان جو جواب هيءُ آهي ته هتي بظاهر اضافت لفظي آهي، پر حقيقت ۾ معنوي آهي.

''جَاعِلِ الْمَلٰٓئِكَةِ رُسُلاً'' ۽ پيدا ڪندڙ آهي ملائڪن کي رسول ''اُولِيٓ اَجْنِحَةٍ'' (ڪهڙاملائڪ) جيڪي پرن وارا آهن.

''مَّثْنٰی'' ٻن وارا ''وَثُلٰثَ'' ٽن وارا ''وَرُبٰعَ'' چئن وارا '' يَزِيْدُ فِي الْخَلْقِ مَا يَشَاۗءُ'' زياتي ڪري ٿو پنهنجي مخلوق ۾ جيڪا چاهي.

يعني انهن پرن کان وڌيڪ پرن وارا پيدا ڪري يا ''يَزِيْدُ فِي الْخَلْقِ'' مان مراد ملائڪ نه ونو مطلق خَلق ونو ته ٻئي مخلوقات کي به الله تعاليٰ وڌائي ٿو. ''اِنَّ اللّٰهَ عَلٰي كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ'' تحقيق الله تعاليٰ هرشيءِ تي قدرت رکندڙ آهي.

''مَا يَفْتَحِ اللّٰهُ لِلنَّاسِ مِنْ رَّحْمَةٍ '' اها شيءِ جو کولي ٿو الله ماڻهن جي لاءِ پنهنجي رحمت کان '' فَلَا مُمْسِكَ لَهَا'' پوءِ نه آهي ڪو روڪيندڙ ان جو ''وَمَا يُمْسِكْ'' ۽ جيڪا شيءِ روڪي ٿو رکي ''فَلَا مُرْسِلَ لَهٗ مِنْۢ بَعْدِهٖ''پوءِ نه آهي ڪو به ڇڏيندڙ ان جي لاءِ ''وَهُوَ الْعَزِيْزُ الْحَكِيْمُ''(فاطر:2) ۽ اهو زبردست حڪمت وارو آهي.

''يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اذْكُرُوْا نِعْمَتَ اللّٰهِ عَلَيْكُمْ'' اي انسانو!ياد ڪيو توهان الله جي نعمت کي هن حال ۾ جيڪي توهان جي مٿان آهنيءَ ''هَلْ مِنْ خَالِقٍ غَيْرُ اللّٰهِ'' ڇا؟ آهي ڪو پيدا ڪندڙ الله تعاليٰ کان سواءِ ''يَرْزُقُكُمْ مِّنَ السَّمَاۗءِ وَالْاَرْضِ'' جيڪو رزق ڏي توهان کي آسمان کان ۽ زمين کان ''لَآ اِلٰهَ اِلَّا هُوَ'' اتي موجوده محذوف آهي هاڻي عبارت هيئنئن ٿيندي'' لَآ اِلٰهَ مَوْجُوْدٌاِلَّا هُوَ'' معنيٰ نه آهي، ڪو به معبود موجود مگر اهو.

''فَاَنّٰى تُؤْفَكُوْنَ'' (فاطر:) پوءِ ڪاڏي ڦيراياٽا وڃو توهان.

”وَاِنْ يُّكَذِّبُوْكَ“ ۽ جيڪڏهن ڪوڙوڏاڪن تون کي (هتان ڪان الله تبارڪ وتعاليٰ حضرت محمد ﷺ کي تسلي ٿو ڏئي تہ جيڪڏهن تون کي ڪوڙو ٿا ڪن (ڇا ۾؟

”مَجِيْدِکَ فِي التَّوْحِيْدِوَالْبَعْثِ وَالْحِسَابِ وَالْعِقَابِفِيْ“ ان ۾ تون کي ڪوڙوڏاڪن) ”فَقَدْ كُذِّبَتْ رُسُلٌ مِّنْ قَبْلِكَ“پوءِ تحقيق ڪوڙا ڪيا ويا رسول تون ڪان پهريان. ”وَ اِلَى اللّٰهِ تُرْجَعُ الْاُمُوْرُ“ ۽ الله تعالي جي طرف موٽايا ويندا سڀ معاملا. ”يٰٓاَيُّهَا النَّاسُ اِنَّ وَعْدَ اللّٰهِ حَقٌّ“ اي انسانو! تحقيق واعدو الله جو سچوآهي.”فَلَا تَغُرَّنَّكُمُ الْحَيٰوةُ الدُّنْيَا“پوءِ هرگز نہ ڌوکي ۾ وجهي توهان کي حياتي دنياجي. (اتي اَلْحَيٰوةُ فاعل آهي لَاتَغُرَّنَّ جو) وَلَا يَغُرَّنَّكُمْ بِاللّٰهِ الْغَرُوْرُ“ ۽ هرگز نہ ڌوکي ۾ وجهي الله سان ڌوکي باز(شيطان) ”اِنَّ الشَّيْطٰنَ لَكُمْ عَدُوٌّ“تحقيق شيطان توهان جو دشمن آهي. ”فَاتَّخِذُوْهُ عَدُوًّا“پوءِ ونو توهان ان کي دشمن ڪري. (الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ شيطان توهان کي ڌوکي ۾ وجهندڙ آهي ۽ شيطان دشمن آهي توهان جو ۽ دشمن ڌوکو ڏيندو آهي خير خواهي نہ آهي ڪندو تہ الله تبارڪ وتعاليٰ فرمائي ٿو تہ مان توهان کي چوان ٿو تہ شيطان توهان جودشمن آهي توهان ان کي دشمن ڪري ونو ۽ توهان ان کي دوست ڪري ٿا ونو ٻئي جڳهہ تي الله تعاليٰ فرمائي ٿو:”اَفَتَتَّخِذُوْنَهٗ وَذُرِّيَّتَهٗٓ اَوْلِيَاۗءَ مِنْ دُوْنِيْ وَهُمْ لَكُمْ عَدُوٌّ بِئْسَ لِلظّٰلِمِيْنَ بَدَلًا“ (الڪهف:50) ڇا پوءِ ونو ٿا توهان انهيءَ کي ۽ اولاد انهيءَ کي دوست ڪري مون ڪان سواءِ حالانڪ اهي توهان جي لاءِ دشمن آهن بچڙو آهي ظالمن جي لاءِ

بدلو (عيوض) يعني الله تعاليٰ جي دوستيءَ جي بدلي ۾ شيطان جي دوستي قبول ڪيائون الله تعاليٰ فرمائي ٿو توهان جي مرضي ڏوڪو ڪائي نقصان واراتيندؤ. ”اِنَّمَا يَدۡعُوۡا حِزۡبَهٗ“ رڳوسڏي ٿو پنهنجي تابعدارن کي. اتي حِزۡبَ بِمَعۡنيٰ عُقۡبيٰ جي آهي. ”لِيَكُوۡنُوۡا مِنۡ اَصۡحٰبِ السَّعِيۡرِ (فاطر:6) هن لاءِ تہ هجن اهي سڀ جا سڀ جهنم وارن مان ”اَلَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا لَهُمۡ عَذَابٌ شَدِيۡدٌ“ جن شخصن ڪفر ڪيو انهن جي لاءِ عذاب آهي سخت ترڪيب: ان ۾ ”اَلَّذِيۡنَ كَفَرُوۡا مبتدا آهي ۽ لَهُمۡ عَذَابٌ شَدِيۡدٌ ان جي خبر آهي”وَالَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا وَعَمِلُوا الصّٰلِحٰتِ “۽ جن شخصن ايمان آندو۽ ڪيائون ڪم چڱا. ”لَهُمۡ مَّغۡفِرَةٌ وَّاَجۡرٌ كَبِيۡرٌ“ انهن جي لاءِ بخشش بہ آهي ۽ اجر وڏو بہ آهي. ”اَفَمَنۡ زُيِّنَ لَهٗ سُوۡٓءُ عَمَلِهٖ “ ڇا پوءِ اهو شخص جو سينگاريو ويو ان جي لاءِ برو عمل ان جو. ” فَرَاٰهُ حَسَنًا. پوءِ ڏسي ٿو ان کي سهڻو ڪري. ترڪيب : مَنۡ زُيِّنَ لَهٗ اهو مبتدا متضمن بمعنيٰ شرط فَرَاٰهُ حَسَنًا“سجو جملو گڏجي خبر قائم مقام جزاجي. ”فَاِنَّ اللّٰهَ يُضِلُّ مَنۡ يَّشَآءُ ۖ وَيَهۡدِيۡ مَنۡ يَّشَآءُ ۖ“ پوءِ تحقيق الله گمراه ڪري ٿو جنهن کي چاهي ۽ هدايت ٿو ڏي جنهن کي چاهي. ”فَلَا تَذۡهَبۡ نَفۡسُكَ عَلَيۡهِمۡ حَسَرٰتٍ“ پوءِ نہ وڃي ساهه تنهنجو انهن تي ڏک ڪرڻ جي ڪري (حسرت ڪرڻ جي ڪري ) يعني ايترو فڪر مند نہ ٿئي انهن جي گمراهه ٿيڻ جي ڪري. ”اِنَّ اللّٰهَ عَلِيۡمٌۢ بِمَا يَصۡنَعُوۡنَ (فاطر:8) تحقيق الله تعاليٰ ڄاڻندڙ آهي ان شيءِ کي جيڪو ڪن ٿا.

# ڏاڙهي ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ ۾ ڪيترائي نقصان ۽ خرابيون آهن

مولانا محمد صالح خليق
مدرسہ اشاعت القرآن والحديث مني مسجد ڄامشوروسنڌ

1) ڏاڙهي ڪوڙڻ واروعورتن سان مشابهت جي ڪري لعنت جو مستحق ٿئي ٿو.
2) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو مجوسين جي مذهب سان مشابهت رکڻ واروآهي.
3) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو عيسائين سان مشابهت رکڻ واروآهي.
4) سيني کان اڳمي قومِ لوط ۾ ڏاڙهي ڪوڙائڻ جي عادت پئي انهن سان مشابهت آهي.
5) ڏاڙهي ڪوڙائڻ حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي حضرت محمد رسول الله تائين سيني نبين جي مخالفت آهي.
6) سيئي اولياءَ الله شريعت جي مطابق ڏاڙهي رکندا هيا ۽ رکن پيا. ڏاڙهي ڪوڙائڻ اولياءَ الله جي عملاً مخالفت آهي.
7) ڏاڙهي ڪوڙائڻ سيني عالمن، بزرگن ۽ صالحن جي عَمَلاً مخالفت آهي.
8) حضور صلي الله عليہ وسلم حڪم فرمايو: ”اُحْفُوْالشَّوَارِبَ وَاعْفُواللُّحٰي“ ترجمو: مڇون ڪترايو (ننڍيون ڪرايو) ڏاڙهيون وڌايو. ان حڪم مطابق ڏاڙهي ڪوڙائڻ ۽ ڪترائڻ

وارا حضور صلي الله عليہ وسلم جي حڪم جي مخالفت ۽ نافرماني ڪرڻ وارا آهن.

9) الله تعاليٰ جوحڪم آهي "اَطِيْعُوا اللّٰهَ وَاَطِيْعُوْا الرَّسُوْلَ" ترجمو: الله تعاليٰ جي حڪم کي مڃو ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي حڪم کي مڃو (اطاعت) ڪريو الله تعاليٰ جوحڪم آهي "وَمَنْ يَعْصِ اللّٰهَ وَرَسُوْلَهٗ فَاِنَّ لَهٗ نَارَجَهَنَّمَ" ترجمو: جيڪوالله تعاليٰ ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم جي نافرماني ڪندو تہ ان جي لاءِ جهنم جي باھ تيار آهي.

10) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارا ڏاڙهيءَ جي وارن کي اڇلائين ٿا گندواري ڍير تي يا گٽروارن نالين ۾ يا لتاڙ وارن رستن تي. حالانڪ ان وارن کي دفن ڪرڻ جوحڪم آهي، اهڙي طرح ان حڪم جي خلاف ورزي سان گڏوگڏ انساني شرافت جي بہ توهين آهي.

11) ڏاڙهي جي وارن جي جيڪا سنت رسول صلي الله عليہ وسلم بہ آهي ان سنت جي توهين ٿئي پئي اسان کي معمولي بہ ڏک ۽ افسوس نٿوٿئي.

12) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارا حضورصلي الله عليہ وسلم جي ڪيترين سنتن کان محروم ٿين ٿا، ڏاڙهي رکڻ واري سنت کان محروم، ڏاڙهي خلال ڪرڻ واري سنت کان محروم.

13) ڏاڙهي ۾ڪنگي ڪرڻ سنت آهي ان کان محروم .

14) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو شريعت جي حڪم مطابق فاسق آهي ۽ ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو ماڻهن کي پنهنجي ان گناھ تي شاهد

ٻڌائي ٿوتہ اي انسانو! قيامت جي ڏينهن گواهہ رهجو (گواهي ڏجو) تہ مان فاسق آهيان .

15) ڏاڙهي ڪوڙائي ياڪترائي پنهنجي فسق يعني گناهہ جواظهار ڪري پيو. گناهہ جواظهارٻيڻوگناهہ آهي، هڪ گناهہ ٻيوگناهہ جواظهار .

16) نائي يا حجم ڪي چوي تہ منهنجي ڏاڙهي ڪوڙ تہ حجم ڪي بہ فسق يعني گناهہ جوحڪم ڪيائين ان ڪي بہ گنهگار ٻڌايائين ۽ ان حرام ڪم تي بہ نائي ڪي پئساڏنا_حرام ڪم تي نائي سان تعاون ڪيائين _حالانڪہ اللہ تعاليٰ جوحڪم آهي :"تَعَاوَنُوۡاعَلَي الۡبِرّ وَالتَّقۡويٰ وَلاَتَعَاوَنُوۡآعَلَي الۡاِثۡمِ وَالۡعُدۡوَانِ وَاتَّقُوا اللّٰهَ "يعني هڪ ٻئي سان نيڪي ۽ تقويٰ وارن ڪمن ۾ تعاون ڪريو مگر ظلم زيادتي گناهن جي ڪمن ۾ تعاون نہ ڪريو"

17) نائي ڪي حرام مال ڪائڻ ۽ ڪمائڻ جي ترغيب ڏئي ٿو، تہ ڏاڙهي ڪوڙي حرام ڪمايوۓ حرام ڪائو.

18) پنهنجا پئسا ناجائز ۽ فضول ڪمن ۾ خرچ ڪرڻ اسراف آهي اللہ تعاليٰ جوارشاد آهي "اِنَّ الۡمُبَذّرِيۡنَ ڪَانُوۡا اِخۡوانًا الشَّيَاطِيۡنَ "فضول خرچي ڪندڙ شيطان جا ڀائرآهن .

19) ڏاڙهي ڪوڙائيندڙ جهڙي طرح پنهنجومال (پيسو) ضائع ڪيو، اهڙي طرح ڏاڙهي ڪوڙائڻ تي جيترو وقت ضائع ڪيو ۽ اهو پنهنجو قيمتي وقت حرام ڪم ۾ برباد ڪيو.

20) جيترو وقت ڏاڙهي ڪوڙائڻ ۾ لڳايو ايترو وقت نيڪي ڪري سگهي ها پر نيڪن ڪرڻ ڪان محروم رهيو.

21) جهڙي طرح گناهه ڪرڻ ۾ پنهنجو وقت برباد ڪيو اهڙي طرح نائي (حجام) جو وقت به حرام ڪم ۾ برباد ڪيو .
22) نيڪيءَ جي ڪم جي بجاءِ نائيَ کي حرام ڪم ۾ مبتلا ڪيو.
23) ڏاڙهي ڪوڙائڻ جي ڪري الله تعاليٰ جي ڏنل سونهن کي قباحت ۾ تبديل ڪري ڇڏيو ۽ " فَلَيُغَيِّرُنَّ خَلْقَ اللهِ جي مطابق الله تعاليٰ کي ناراض ڪيائين اهو جدا گناهه آهي .
24) ڏاڙهي ڪوڙائڻ ياڪترائڻ واروگناهه گهٽوڪري نفسانيت ۽ شهوت جي گهٽائي جي ڪري ڪيو ٿووجي.
25) ڏاڙهي صاف ڪري آئيني ( آرسي) ۾ ڏسي ٿو ۽ ناجائز غيرشرعي ۽ گناهه واري ڪم کي پنهنجي پر ۾ سهڻو سمجهي ٿو، اهوبه گناهه آهي .
26) ڏاڙهي ڪوڙائڻ واراگهٽوڪري ڏاڙهي جي وارن کي برو ۽ حقير سمجهندا آهن، اهوبه گناهه آهي .
27) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارا گهٽوڪري فطرت جي خلاف ڪم کي پسند ڪندا آهن جوته انبياء، اولياء، علماء، صلحاء، جا چهرا ڪائنات ۾ انتهائي خوبصورت ۽ فطري چهرا آهن.
28) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو 24 ڪلاڪ ان گناهه ۾ مبتلارهندوآهي
29) ڏاڙهي ڪوڙائڻ ۾ سنت رسول صلي الله عليه وسلم جو استهزاء ۽ بي توقيري لازم اچي ٿي، ان سان گڏوگڏ تمام سيني نبين، ولين، صوفيا ۽ عالمن، صالحن جي استهزاءِ، توهين لازم ٿئي ٿي.

30) ڪجھ زمانواڳي پوري دنيا ۾ مجوسين کان سواءِ تقريبًا سيني مذهبن ۾ ڏاڙهي رکڻ جو رواج هيو، بعد ۾ هيءَ ڪافرن ۾ لازمي طريقو بڻجي ويو.

31) ڏاڙهي ڪوڙائڻ سان شيطان خوش ٿئي ٿو، ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو الله تعاليٰ جي دشمن کي خوش ڪرڻ جو ذريعو بڻجي ٿو.

32) ڏاڙهي ڪوڙائڻ سان گھٽوڪري شرم ۽ حياء نٿورهي ان ڪري ڏاڙهي ڪوڙبنا روڪ ٽوڪ جي ۽ بنا خوف خطري جي گناھ ڪري سگھي ٿو.

33) فقهاءِ ڪرام لکيوآهي تہ ڏاڙهي ڪوڙائڻ واري جي شاهدي ناقابل اعتبارآهي .

34) فقهاءِ ڪرام لکيوآهي تہ نائي ڪنهن شخص جي ڏاڙهي ڪوڙي ورتي اتفاقًا ان جي ڏاڙهي جا وار نہ نِڪتا ( نہ ڄميا) يعني اهوشخص خسروبڻجي ويوتہ ان نائي تي ديت لازم ٿيندي يعني نائي يا حجم ان شخص کي جنهن جي ڏاڙهي جاوار ظاهرنہ ٿيا 100 سو اٺ ديت ۾ لازمي ڏيندو.

35) ڏاڙهي ڪوڙ آذان ۽ اقامت (تڪبير)کان محروم آهي، ڇوتہ ان جي آذان ۽ تڪبير چوڻ مڪروھ آهي .

36) ڏاڙهي ڪوڙائڻ وارو امامت نٿوڪرائي سگھي ڇو تہ ان جي امامت مڪروھ آهي .

37) ڏاڙهي ڪوڙائيندڙ بغيرڪراهت جي نہ نماز پڙهي سگھي ٿونہ جمعوپڙهي سگھي ٿو، نہ عيد نماز پڙهي سگھي ٿو ڇو تہ ڏاڙهي ڪوڙ فاسق آهي ۽ فاسق جون نمازون، تلاوتون ڪراهيت کان خالي نہ آهن. معلوم ٿيوتہ هيءُ ايترووڏوڏوھ آهي جنهن جوتدارڪ مشڪل آهي.

38) ڏاڙهي ڪوڙڻ واري لاءِ حضور صلي الله عليہ وسلم بد دعافرمائي آهي. حضور صلي الله عليہ وسلم مدني دور ۾ مختلف ملڪن جي غيرمسلم بادشاهن کي اسلام جي دعوت لاءِ خط لکنداهئا، انهن خطن مان هڪ خط فارس جي بادشاهه ڪسريٰ کي بہ لکي موڪليوهو. فارس جي بادشاهه وٽ جڏهن حضورصلي الله عليہ وسلم جن جو خط پهتو تہ ان بدبخت انتهائي توهين واري انداز ۾ ان خط مبارڪ کي ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري اڇلائي ڇڏيو ۽ پنهنجي گورنر باذان کي جيڪو يمن جو حاڪم هيو لکيو تہ بہ مضبوط پهلوان شخص هٿ ڪري حجاز (مديني) موڪل تہ هن خط لکندڙ شخص کي گرفتار ڪري وٺي اچن. يمن جي حاڪم بادشاهه جي حڪم جي تعميل ڪندي بہ مضبوط ۽ طاقتور شخص مديني ڏانهن روانا ڪيا. بئي شخص حضور صلي الله عليہ وسلم وٽ پهتا پر ٻنهن جون ڏاڙهيون ڪوڙيل ۽ مڇون ڇڏيل هيون. حضور صلي الله عليہ وسلم وڏيڪ انهن جي طرف ڏسڻ پسند نہ فرمايو ۽ ناراضگي جي اندازمِ فرمايو: توهان لاءِ هلاڪت ۽ بربادي هجي توهان کي اهڙو حليويا اهڙي شڪل بنائڻ جوڪنهن حڪم ڏنوآهي؟ انهن جواب ڏنو تہ اسان جي رب يعني ڪسريٰ بادشاهه اسان کي اهڙي شڪل بنائڻ جو حڪم ڏنوآهي. جناب رسول ڪريم ﷺ ان جي هن جواب ڪان پوءِ فرمايو: منهنجي رب مون کي ڏاڙهي وڌائڻ ۽ مڇون ڪترائڻ جوحڪم ڏنوآهي.

جيڪي شخص ڏاڙهي ان لاءِ نٿاڪرن جوڏاڙهي ۾ انسان

بدصورت يا برونظر ايندو يا ڏاڙهي کان نفرت کندي ڏاڙهي کوڙڻ پسند کندا آهن ۽ ڏاڙهي کوڙڻ کي سنوسمجهندا آهن. ان جي لاءِ کفر جو خطروآهي، سنت کان نفرت کفرآهي ۽ سنت سان بغاوت آهي ۽ گناهن تي دليري آهي، ڏاڙهي کوڙائڻ لڳاتارگناه کبيروآهي، ستل هجي يا نمازم هجي يا تلاوت ۾ هجي ياروزي سان هجي يا حج ۽ طواف ۾ هجي، ڪعبت الله يا مسجد نبوي ۾ هجي. ان وقت به ان لاءِ اهوگناه کبيرو لکيووجي ٿو، حتانک مرڻ وقت به اهو گناه کبيره پاڻ سان گڏ قبر ۾کنيو وڃي ٿو. آخرم رب ڪريم جي در دعا آهي ته رب ڪريم سڀني مسلمانن کي ڏاڙهي رکڻ جي توفيق عطافرمائي. آمين ثم آمين.

## حرام خور جسم جنت ۾ نه ويندو

**مولانا نعيم الله جمالي حيدرآباد**

خطيب و امام بلال مسجد قاسم آباد حيدرآباد

حضرت ابوبکر رضہ کان روايت آهي ته حضور انور ﷺ جن فرمايو:

لايدخل الجنة جسد غذي بالحرام. (المسند ابو يعلي 83)

ترجمو:جنهن جسم کي حرام غذا کارائي وئي، اهو جسم جنت ۾ داخل نه ٿيندو.

# هڪ عيسائي قيديءَ جا انڪشافات

سلطان صلاح الدين ايوبي رحمة الله جو قول سون جي پاڻيءَ
سان لکڻ جهڙو آهي
جيڪڏهن ڪنهن قوم کي تباهه ڪرڻو هجي ته ان جي نوجوان
نسل ۾ بي حيائي پيدا ڪيو

**مولانا محمدصالح خليق**
مدرسه اشاعت القرآن والحديث منيٰ مسجد ڄامشوروڦاٽڪ

هي اسلامي تاريخ جو اهومنظر آهي جڏهن جولائي 1187ع ۾حطين جي ميدان ۾ صليبي حڪمرانن جي ستن ملڪن جي متحده (گڏيل) فوج کي. جيڪا مڪي ۽ مديني تي قبضي ڪرڻ لاءِ آئي هئي ايوبي سپاهين عبرت ناڪ شڪست ڏيئي ڪري مڪ مڪرمه مديني منوره ڏانهن بري نظرسان ڏسڻ جوبدلووني ڇڏيوهوان وقت اهي حِطين کان 25 ميل پري عڪره علاقي تي حملو ڪرڻ واراهئا. سلطان صلاح الدين ايوبي اهو فيصلو ڪيو هن ڪري ڪيو هو عڪره صليبين (عيسائين) جو مڪ هيو سلطان صلاح الدين ايوبي ان کي فتح ڪري مسجد اقصيٰ جي بي حرمتيءَ جو انتقام وٺڻ چاهي پيو ـ ٻئي نمبر تي بيت المقدس کان اڳ ۾ سلطان صلاح الدين ايوبي عڪره تي قبضو ان جي لاءِ ڪرڻ چاهي پيو تانته صليبين جا حوصلاپست ٿين ۽ جلدي هٿيار ڦٽا ڪن ان ڪري مضبوط دفاع هجڻ جي باوجودعڪره تي حملوڪري ورتو 1187 عيسوي جولائي ۾ عڪره سلطان صلاح الدين ايوبي

جي قبضي ۾ اچي چڪو هو ان جنگ ۾ صليبي انٽيليجنس جوسربراهه هرمن مسلمان فوج هٿان گرفتارٿي ويو جنهن فرارٿيڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي ليڪن ان جي باوجودان کي مسلمانن جي ڪماندرگرفتار ڪري ورتو صليبي انٽيليجنس جي سربراهه گرفتاريءَ وقت ايوبي ڪماندرکي وڏيون لالچون ڏنيون يعني خوبصورت جوان ڇوڪريون ڍيرسارو سون ڏيڻ جي آڇ ڪئي ۽ ٻيون ٻه ڪوڙ ساريون پيشڪشون ڪيون ليڪن سلطان صلاح الدين ايوبي جي ڪماندر سڀ جون سڀ آڇون رد ڪري ڇڏيون صليبي هرمن کي جڏهن سلطان صلاح الدين ايوبي جي سامهون پيش ڪيوويو ان وقت هرمن ان مسلمان ڪماندرکي خراج تحسين پيش ڪندي صلاح الدين ايوبيءَ کي چيو سلطان معظم جيڪڏهن توهان جا سيئي فوجي اهڙي ڪردار جا مالڪ آهن جنهن مون کي گرفتار ڪري آندو آهي ته آئون توهان کي يقين سان چوان ٿوته توهان کي وڏي ۾ وڏي فوج به شڪست نٿي ڏئي سگهي منهنجي نظرانساني فطرت جي ڪمزورين تي هوندي آهي. مان به توهان جي خلاف اهو ئي هٿيار استعمال ڪيم، منهنجو تجربوآهي جڏهن به اهي ڪمزوريون ڪنهن جرنيل ۾ پيداٿي وينديون آهن، ياپيداڪيون وينديون آهن ته پوءِ شڪست ان جي مقدربڻجي ويندي آهي. مان جيترابه توهان جي فوج ۾ غدار پيدا ڪيم انهن ۾ سڀ کان اڳ ۾ اهڙيون ڪمزوريون پيداڪيم، حڪومت ڪرڻ جونشوبه انسان کي تباهه ڪندوآهي، سلطان معظم توهان جي جاسوسيءَ جو نظام تمام ڪارائتو

آهي ۽ بهترين آهي توهان صحيح وقت تي ۽ صحيح مقام تي نشانو هڻوتا، آئون توهان کي حقيقت ٻڌائڻ چاهيان ٿوته هي سسٽم صرف توهان جي زندگيءَ تائين آهي، اسان هتي جيڪوٻج پوکيو آهي اهوضائع ڪون ٿيندو، توهان پاڻ ايمان وارا آهيو، ان جي ڪري توهان بي دين قوتن کي دٻائي رکيوآهي، ليڪن آئون توهان کي چٽوءَکليوچوان ٿوته اسان توهان جي اميرن جي دلين ۾حڪومت، دولت، لذت ۽ عورتن جو نشو پري ڇڏيوآهي، توهان جا جانشين ان نشي کي ختم ڪون ڪري سگهندا بلڪ منهنجا جانشين (پوئلڳ) ان نشي کي وڌائيندا رهندا سلطان معظم هي جنگ جيڪا اسان وڙهي رهيا آهيون، هي جنگ منهنجي ۽ توهان جي جنگ نہ آهي، اسان ٻن بادشاهن جي نہ آهي، هي جنگ ڪليسا ۽ ڪعبت الله جي آهي جيڪا اسان جي مرڻ کان پوءِ بہ جاري رهندي هاڻ اسان ميدان ۾ جنگ نٿا ڪري سگهون، اسان ڪوبہ ملڪ فتح نہ ڪنداسين هاڻ اسان مسلمانن جي دل ۽ دماغ کي فتح ڪنداسين. اسان مسلمانن جي مذهبي عقيدن جومحاصر و(گهيراء) ڪنداسين اسان جون عورتون اسان جي دولت اسان جي تهذيب جي چمڪ ۽ ڪشش جنهن کي توهان بي حيائي چوندا آهيو اسلام جي ديوارن (ڀتين) ۾ ڏار(شگاف) وجهنديون پوءِ مسلمان پنهنجي تهذيب کان نفرت ڪندا، يورپ جي طريقن سان محبت ڪندا، اهومنظرآئون تہ نہ ڏسندس ليڪن اسان جاروح ضرورڏسندا، سلطان صلاح الدين جرمن نزاد هرمن جي ڳالهہ کي وڏي غورسان ٻڌندو رهيو. هرمن چوي

پيوسلطان معظم ڇا توهان کي معلوم آهي؟ صرف ان لاءِ پوري دنيا جا مسلمان هن خطي جي طرف منهن ڪري عبادت ڪندا آهن ۽ هتي مسلمانن جو ڪعبت الله آهي، اسان مسلمانن جي مرڪزکي اسلامي تهذيب جي لحاظ سان ختم ڪنداسين. اڄ تہ توهان بيت المقدس اسان جي قبضي مان آزاد ڪرائي ويندا ۽ پنهنجي قبضي ۾ آڻي ويندا. ليڪن جڏهن توهان هن دنيا مان هلياويندا مسجد اقصيٰ وري اسان جي قبضي ۾ اسان جي عبادت گاهہ ٿيندي جيڪا پيشن گوئي ڪري رهيوآهيان. پنهنجي قوم جي فطرت کي ۽ توهان جي قوم جي فطرت کي غور سان ڏسي رهيوآهيان، اسان توهان جي قوم کي رياستن ۾ ۽ ملڪن کي تقسيم ڪري انهن کي هڪ ٻئي جودشمن ٺاهينداسين ۽ فلسطين جونالو ۽ نشان نہ رهندو. يهودين توهان جي ڇوڪِرَن ۽ ڇوڪِرِيُن ۾ لذت پرستيءَ جوٻج پوکي ڇڏيوآهي ۽ پوکي رهيا آهن، هاڻ انهن مسلمانن مان ڪوبہ صلاح الدين ايوبي ڪون پيداٿيندو نہ نورالدين زنگي پيداٿيندو، هاڻ لذت پرست ۽ مفاد پرست ئي پيدا ٿيندا، انهن انڪشافات مان اسان کي سبق حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ اسان کي سوچڻ، سجهڻ گهرجي ڇا هي سڀ ڳالهيون اڄ سچ ثابت ڪون ٿي رهيون آهن؟ هاڻ بہ وقت آهي اسان پنهنجواحتساب ڪري سڌي رستي تي اچون ۽ پنهنجي اولادجي ۽ پنهنجي آخرت کي ناهيون آخر ۾ رب ڪريم جي در دعا آهي تہ رب ڪريم پنهنجي فضل ۽ مهربانيءَ سان اسان سڀني مسلمانن کي انهن سازشن کان بچائي .آمين ثم آمين.

# عورتن کي سڀ کان وڌيڪ تحفظ عزت ۽ احترام اسلام ڏنو آهي

آئون ان کان متاثر مسلمان ٿي آهيان
اسلام قبول ڪندڙ محترم عائشہ کان انٽرويو

**حافظ سعيد احمد شيخ**
سيڪريٽري اطلاعات رهبرشريعت حيدرآباد

اخبارن ۽ رسالن مان معلوم ٿئي ٿوتہ اسلام جي سچائي کان متاثرٿي اسلام قبول ڪرڻ وارن ۾ روزانو وڌاروٿي رهيو آهي ۽ انهن ۾ عورتن جو ڳاڻاٽو تمام گهڻوآهي جڏهن تہ اسلام جي خلاف مغربي پرپگندا، ايجنسيون پوري طرح ڪوشش ڪري رهيون آهن تہ ماڻهن جي دلن ۾ اسلام جي خلاف نفرت ويهاري وجي ۽ ماڻهن کي اسلام کان پري رکيووجي ليڪن انهن حالتن جي باوجود ماڻهو اسلام جومطالعوڪري بي اختيار چون ٿا تہ اهو ئي دين آهي ۽ اهو ئي دين حق آهي ۽ اهو ئي حال عورتن جو آهي تہ جڏهن ڪابہ عورت اسلام جو مطالعو ڪري ٿي تہ اها بہ بي اختيار چئي ٿي تہ اسلام سچو مذهب آهي ۽ اسلام عورتن کي عزت، احترام ۽ اهو مرتبو ڏنو آهي جيڪو ٻئي ڪنهن مذهب ڪون ڏنوآهي.

ڏنو ويو آهي تہ اسلام قبول ڪندڙن ۾ عورتن جو تعداد تمام گهڻوآهي ۽ اسلام قبول ڪندڙن عورتن جي تاثرات مان صاف صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ مغربي تهذيب پوري طرح بيڪارٿي وئي آهي اتي انساني زندگيءَ جو مفهوم ڪون آهي جتي ماڻهو جانورن وانگر پنهنجي خواهشن کي پورو ڪرڻ لاءِ زندگي

گذاري رهيا آهن، اتي زندگيءَ جو مفهوم نفساني خواهشن کي پورو ڪرڻ کان سواءِ ڪجهه به نه آهي، ان جي مقابلي ۾ اسلام جتي آخرت جوپروگرام ڏنو جيڪوسيني برائن جي لاءِ رڪاوٽ بڻجي وجي ٿو. هن مضمون ۾ هڪ عيسائي عورت جي اسلام قبول ڪرڻ جو واقعو آهي جنهن عورتن جي باري ۾ اسلام جي بهترين تعليم کان متاثر ٿي مسلمان ٿي آهي.

اٽليءَ ۾ ڪيٿولڪ تحريڪ جي اڳوڻي رهنماءِ اريڪا (عائشہ ) کان انٽرويو

سوال: توهان جي اسلام قبول ڪرڻ جا سبب ڪهڙا آهن؟

جواب: آئون پنهنجي عيسائي ڪيٿولڪ تحريڪ جي ممبر هيس منهنجي مصروفيت ٻارن جي تعليم هئي ۽ آئون انهن کي عيسائي دين جي تعليم ڏيندي هيس، ان جي ڪري دين جي سلسلي ۾ پنهنجي مذهب تي سختيءَ سان عمل ڪندي هيس ۽ عيسائيت جي تعليم کان چڱي طرح واقف هيس، دين مسيح سان تعلق هجڻ جي ڪري مون کي ڪڏهن ڪڏهن اهڙن مسئلن سا منهن ڏيڻو پوندوهيو، جنهن جي جواب مان منهنجي دل مطمئن نه ٿيندي هئي، جيئن عقيدي جي باري منهنجي دل ۾ مختلف سوال اٿندا هيا جنهن جي باري ۾ آئون پنهنجو پاڻ کي به مطمئن نه ڪري سگهندي هيس ۽ مون کي اها ڳالهه تمام گهڻي عجيب لڳندي هئي ته حضرت عيسيٰ عليہ السلام انسان به آهي ۽ الله تعاليٰ جو پٽ به آهي ۽ اها به ڳالهه مون کي عجيب لڳندي هئي ته خدا هڪ به آهي ۽ (ٽي) به آهن؟

۽ هيءُ ڳالهه به مون کي عجيب لڳندي هئي ته حضرت عيسيٰ عليہ السلام الله جو پٽ به آهي ان کي ڦاسي به ڏني وئي، يعني خدا جي پٽ کي ڦاسي ڏني وئي ۽ نعوذبالله خدا پنهنجي

پٽ کي بچائي نہ سگھيو. يعني نعوذبالله  الله بہ آهي ۽ ڪمزور بہ آهي جو پنهنجي پٽ کي بہ بچائي نہ سگھيو جو ان کي ڦاسي اچي وئي. اسان کي چيو ويندو هيو تہ اهڙن ڳالهن تي بحث مباحثي کان سواءِ توهان جو ايمان آڻڻ ضروري آهي، پوءِ آئون هميشہ ڪليساجي دعاجي طريقي کان مطمئن نہ ٿيس اسين واسطي سان دعا ڪندا هياسين حقيقت ۾الله تعاليٰ کان دعا نہ گھرندا هياسين.

سوال ڇا اِهي اُهي معاملاهياجنهن توهان کي ٻئي دين جي ڳولا جي ضرورت پئي؟

جواب: جڏهن بہ مون غور ۽ فڪر ڪيوتہ مون کي تحقيق کي ضرورت پئي، هڪ ڏينهن شاگردن جي سامهون انہ شڪلن ۽ مورتن جوجيڪي اسان اڄ ڪالھ هلن ٿيون ۽ انهن جي پوجا ڪئي ٿي وجي انڪار ڪري ويٺيس، مون چيواسان انهن مورتين جي عبادت ڪيون ٿا،اسان کي عبادت صرف ۽ صرف پنهنجي رب جي ڪرڻ گھرجي جنهن اسان کي ۽پوري ڪائنات کي پيدا ڪيوآهي، منهنجي ان جواب تي ڪليسا جا ذميدار ڪاوڙ جي پيا .

سوال : پوءِ توهان تعليم ڇاجي ڪري ڇڏي ؟

جواب: منهنجي اندر۾ شڪن، شبهن جو وڌارو ٿيندو ويو ۽ منهنجو اهو بنيادي حق هيو تہ آئون عقل جو استعمال ڪريان (عقلمندي ۽ هوشاريءَ کان ڪم وٺان ۽ چڱي طرح غور۽ فڪر ڪريان) ۽ ان کان مون کي ڪوبہ روڪي ڪون ٿوسگھي، ڪنهن کي بہ اهو حق نہ آهي تہ مون کي غور ۽ فڪر ڪرڻ کان روڪي. آخرڪار ڪليسا۾ مون کي ماڻهن چيوتہ ”اسان وٽ دين ۾ ڪنهن کي مجبورڪرڻ ۽ ڏاڍڪرڻ ڪون آهي ،۽ انهن منهنجي فڪري آزديءَ خيال ڪيو.

سوال: اسلام کان توهان کي ڪهڙي واقفيت ٿي؟
جواب تعيم ڇڏڻ کان پوءِ آئون مسلسل پريشانن ۾ رهيس آخر ائين ٿيو جو تيونس جي هڪ شخص سان منهنجي ملاقات ٿي ۽ اڳتي هلي ان سان منهنجو نڪاح ٿيو، ان مونکي اطالوي زبان ۾ قرآن مجيد جو ترجمو ڏنو ۽ ڪجھ ٻيا ڪتاب جيڪي اسلام جي باري ۾هيا مون کي ڏنا ۽ مون اسلام جي باري ۾ مطالعوشروع ڪيو.
سوال: قرآن مجيد ۽ اسلامي ڪتابن جي مطالعي مان توهان کي ڇا مليو (ڇامحسوس ڪيو)؟
جواب: صحيح توحيد ۽ اڪيلي الله جو تصور جنهن جي مون کي ڳولا هئي ۽ عبادت جو طريقو ته اڪيلي الله جي عبادت ڪيئن ڪرڻ گهرجي (مون کي اهوسڀ ڪجھ قرآن مان ملي ويو) مون قرآن پاڪ جوتمام گهرائي سان مطالعوڪيو، ايستائين جومنهنجي دل ۾ اسلام جي روشني اچي وئي ۽ آخرڪار مون 27 سالن جي عمر ۾ پنهنجي اباڻي وطن اٽليءَ ۾ اسلام کي قبول ڪري ورتو،۽ اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ منهنجونالوعائشہ رکيوويو.
سوال: ڇا توهان تيونسي شخص سان شادي ڪرڻ جي لاءِ اسلام آندو؟
جواب: ڪڏهن به نه اهڙي قسم جو آئون سوچي به نٿي سگهان جڏهن ته مسلمان سان شادي اسلام قبول ڪرڻ جي ڪري ڪئي آهي نه ان جي ابتڙ. اسلام کان واقفيت ڪرڻ جي سلسلي ۾ منهنجي مڙس منهنجي مدد ڪئي. اسلام کان واقفيت حاصل ڪرڻ ۾ ان کي سمجهڻ ۾ مون کي پنهنجي مطالعي تي اعتماد آهي ۽ اهو سڀ ڪجھ الله تعاليٰ جي منهنجي مٿان مهرباني

آهي جنهن اسلام کي منهنجي مٿان کوليو ۽ مون کي صحيح رستوڏيکاريو.

سوال: توهان قرآن مجيد ۾ عورتن جي باري ۾ ڏٺو؟

جواب: مون قرآن پاڪ ۾ عورت کي تمام گهڻون احترام ۽ عزت ڏني (قرآن پاڪ عورتن کي تمام وڏومقام ڏنوآهي) ۽ عورتن کي معاشري ۾ هڪ وڏو ڪردار ڏنو آهي ۽ اولاد جي تربيت جي باري ان کي قائداڻو تربيت وارول ڏنو آهي ۽ خاندان ناهڻ ۾ ان کي مردجو پائيوار ناهيوويوآهي.

سوال: هلندڙ دور۾ مغرب جي عورت جي ڪردارجي باري ۾ توهان جورايوڪهڙو آهي؟

جواب: مغربي ملڪن ۾ عورت جوسڻو ڪردارصفاختم ٿي ويو آهي مغربي معاشري عورت کي صرف هڪ ئي طريقي سان ڏنو آهي ته خانداني اقتصادي حالت کي صحيح ڪرڻ لاءِ ڪم ڪري. جيستائين ان جي اولاد جي تربيت ڪردارجو تعلق آهي ته اهوفوت ٿي ويوآهي، پوروڏينهن اهاگهرکان ٻاهررهندي آهي ۽ معاشري ناهڻ ۾ ان جو ڪوبہ ڪردار ڪون آهي ان جي ذميداري صرف ۽ صرف اقتصادي ترقي حاصل ڪرڻ آهي ،حالانڪہ الله رب العزت عورت کي معاشري جي ناهڻ ۾ اهم ڪردارڏنوآهي .

سوال: تيونس ۾ توهان مسلمان عورت کي ڪيئن ڏٺو؟

جواب: مون کي مسلمان عورتن جي حالتن تي افسوس آهي ۽ اسلام جي تعليم تي عمل ڪندڙ نہ آهن ،انهن قرآن پاڪ جي تعليم کي پٺي ڏئي ڇڏي آهي، قرآن پاڪ جي احڪامن تي بحث مباحثي جي ڪابہ گنجائش ڪان آهي، جيستائين عورت جي آزاديء جي تصور جوسوال آهي  تہ اها اگهاڙي نڪري تہ

مون وٽ اها صحيح نہ آهي، آئون چوان ٿي تہ عورت جي آزادي اللّٰہ تعاليٰ جي ٻڌايل احڪامن ۾ آهي، جيڪڏهن معاشرو پنهنجو پاڻ کي قرآن پاڪ جي تعليم جي مطابق ٺاهي تہ عورتن جون زندگيون برڪت وايون ٿي وڃن ۽ عورتن جون حالتون صحيح ٿي وڃن.

سوال: توهان انهن ماڻهن (تيونسي معاشري) اسلام جي خلاف عمل ڪندي ڏٺو ليڪن پوءِ بہ اسلام هڪ بهترين مذهب جي طوتي توهان جي دل ۾ باقي رهيو؟

جواب: ان ۾اسلام جوڪهڙو قصورآهي، مثال جي طوتي منهنجو مڙس مون سان ڪا بہ نا انصافي ڪري تہ ان سان اسلام ڪهڙوواسطوآهي، اها ان جي غلطي آهي، اسلام جي تعليم ڪلي ۽ واضح آهي، اسان فرشتن وانگر نہ آهيون جواسان کان غلطيون نہ ٿينديون ليڪن اسان جي لاءِ ضروري آهي تہ اسان ڪوشش ڪيون تہ غلطين کان بچي وڃون ۽ جڪڏهن اسان کان غلطي ٿي وڃي تہ جلدي کان جلدي اسان اللّٰہ تعاليٰ کان غلطين جي معافي وٺون ، توبہ استغفارڪيون.

سوال: اسلام جي دعوت باري ۾ توهان جو ڇا خيال آهي؟ توهان اٿليءَ وارن کي اسلام جي دعوت ڏيڻ پسند ڪندين؟

جواب: آئون خاص طور تي اٿلي وارن کي بنا ڪنهن بحث مباحثي جي اسلام جي دعوت ڏينديس، ان جي لاءِ تہ اهي منهنجي لباس کي ڏسندا آهن جنهن تي مون کي فخر آهي ۽ جنهن ۾ آئون پنهنجي عزت سمجهندي آهيان، اهي منهنجي لباس تي تعجب ڪندا آهن ۽ مون کان پڇاڪندا آهن تہ تون اهڙولباس ڇاجي ڪري پائين ٿي؟ تون پنهنجولباس ڇاجي لاءِ نٿي پائين؟ ۽ اسلام ڪهڙو مذهب آهي؟ آئون ڪنهن بہ شخص

ڪي قرآن پاڪ ڏيڻ ۾ ان جي لاءِ خوف محسوس ڪندي آهيان ته ڪٿي ائين قرآن پاڪ جي بي ادبي واروسلوڪ نه ڪري، جنهن وقت مون کي يقين ٿي ويندوآهي ته اهو(قرآن پاڪ جي ذريعي) اسلام جي واقفيت حاصل ڪرڻ گهري ٿو ته آئون ان کي قرآن پاڪ تحفو ڏينديس، آئون هڪ نوجوان ڇوڪريءَ سان مليس جنهن کي آئون پهريان عيسائيت جي تعليم ڏيندي هيس ان مون کان سوال ڪيو ته هيءَ نئون دين آهي ڇا؟ (ان کان توهان کي معلوم هجڻ گهرجي ته مغرب وارن پنهنجي قوم کي اسلام کان ڪيتري قدر پري رکيو آهي ته اسلام جي واقفيت ئي نه آهي، پوءِ ان ۾ خود مسلمانن جي لاءِ تمام وڏي ڏک جي ڳالهه آهي ته اسلام جي دعوت کي عام ڪرڻ لاءِ تمام وڏيون ڪوتاهيون ڪيون آهن نه ته اسلام هڪ اهڙو دين آهي جو جيڪڏهن اڄ اسلام جي دعوت کي صحيح طريقي سان ڏنو وڃي ته اسلام پوري دنيا ۾ عام هجي ها) مون ان ڇوڪريءَ کي چيو ته اسلام ڪو نئون مذهب نه آهي هيءُ اهوئي اسلام آهي جيڪو حضرت عيسيٰ عليہ السلام آندو هيو ۽ مسلمان ايسٽائين مسلمان نٿوٿي سگهي جيسٽائين حضرت عيسيٰ عليہ السلام کي سچو نبي نه مڃي ۽ ان تي نازل ٿيل ڪتاب تي ايمان نه آڻي، باقي اسان جي آخري نبي حضرت محمدﷺ جي نبوت جو ذڪرخود حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب ۾ موجود آهي ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پنهنجي قوم کي اهو چيوهيو ته آخري نبي حضرت محمدﷺ ايندو ۽ توهان ان تي ايمان به آڻجو ۽ ان جي مدد به ڪجو ۽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب ۾ماڻهن ردو بدل ڪري ڇڏيوآهي ۽ مون ان کي ڇيوته ڪائنات جي باري ۾

جيڪي به سوال آهن مون ان کي قرآن پاڪ مان حاصل ڪيوآهي آئون تون کي قرآن پاڪ جي باري ڳالھ ٻولھ ڪرڻ جي دعوت ڏيان ٿي، جيئن اسان جي اسلام جي باري ڳالھ ٻولھ لڳاتارهلي پئي ۽ اها اسلام جي تمام ويجهو اچي وئي آهي ، الله تعاليٰ کان سوال ٿي ڪيان الله ڪريم ان کي اسلام قبول ڪرڻ جي توفيق عطافرمائي آمين ثم آمين.

سوال: منهنجي ڀيڻ عائشہ ڇاتون مسلمانن کي ڪجھ نصيحت ڪندين؟

جواب: آئون هر ان مسلمان عورت کي پسند ڪندي آهيان جيڪا پنهنجي دين تي فخرڪري ۽ الله تعاليٰ جي حڪمن تي سختيءَ سان عمل ڪري ۽ مسلمان عورتن کي پيغام ڏيڻ ٿي چاهيان ته اي مسلمان عورتون! توهان بيڪار نہ آهيو قرآن پاڪ جي صورت ۾ توهان وٽ جيڪا شيءِ آهي جيڪڏهن يورپ جون عورتون ۽ نوجوان ان کان واقف ٿي وجن ته اهي توهان کان ان کي وٺڻ لاءِ جنگ ڪرڻ تي اچي وجن.

## الله تعاليٰ وٽ سڀ کا برو ماڻھو

مولانا زين العابدين پٽو پريالوءِ

حضرت عائشہ کان روايت آهي تہ حضور انور ﷺ جن فرمايو:

إِنَّ أَبْغَضَ الرِّجَالِ إِلَى اللَّهِ الأَلَدُّ الخَصِمُ» (صحيح البخاري: 2457

ترجمو:بيشڪ الله تعاليٰ وٽ سڀ کان وڌيڪ مبغوض ماڻھو اهوآهي جيڪو سدائين ماڻهن سان جهيڙا جهڳڙا ڪندو رهي ٿو.

## وظائف :

**حضرت مولانا مسعود احمد سومرو** مدظلہ العاليہ لاڙڪاڻو

**هن کي گهڻي ڪان گهڻو پڙهڻ گهرجي،**

«**سيّدُ الاسْتِغْفار**

: اللَّهُمَّ أَنْتَ رَبِّي ، لا إِلَه إِلاَّ أَنْتَ خَلَقْتَنِي وأَنَا عَبْدُكَ ، وأَنَا على عهْدِكَ ووعْدِكَ ما اسْتَطَعْتُ ، أَعُوذُ بِكَ مِنْ شَرِّ ما صنَعْتُ ، أَبوءُ لَكَ بِنِعْمتِكَ علَيَ ، وأَبُوءُ بذَنْبِي فَاغْفِرْ لي ، فَإِنَّهُ لا يغْفِرُ الذُّنُوبِ إِلاَّ أَنْتَ . منْ قَالَهَا مِنَ النَّهَارِ مُوقِناً بِهَا ، فَماتَ مِنْ يوْمِهِ قَبْل أَنْ يُمْسِيَ ، فَهُو مِنْ أَهْلِ الجنَّةِ ، ومَنْ قَالَهَا مِنَ اللَّيْلِ وهُو مُوقِنٌ بها فَمَاتَ قَبل أَنْ يُصْبِح فهُو مِنْ أَهْلِ الجنَّةِ»

**مولانا علي گل جمالي** مدينہ مسجد دستگير ڪالوني حيدرآباد

**هر قسم جي حاجت:**

جيڪو شخص فجر جي نماز کان پوءِ (555) **دفعا هي اسم پاڪ** (يا رحمٰن الدنيا وريحمهما) **پڙهندو ان جي هر حاجت پوري ٿيندي.**

**هر ضرورت:**

جيڪو شخص (يا رحمٰن الدنيا وريحمهما) 41 دفعا پڙهندو تہ ان جي ضرورت غيب جي خزاني مان الله تعاليٰ پوري ڪندو.

**دل جي نرمي:**

جيڪو شخص روزانہ هڪ سئو دفعا هي اسم اعظم پڙهندو تہ ان جي دل ۾ نرمائپ ۽ شفقت پيدا ٿيندي يعني هي اسم دل جي سختي جو علاج پڻ آهي.

**اڻ وڻندڙ واقعو:**

جنهن شخص کي ڪنهن اڻ وڻندڙ واقعي جو انديشو هجي ته اهو يا رحمٰن يا رحيم تمام گهڻو پڙهي ان شاءَ الله اهو محفوظ رهندو.

**اَلْمَلِڪُ**

يعني: حقيقي بادشاهه

هي اسم جلالي آهي (عدد 90)

ملڪ ان ذات کي چئبو آهي جيڪا پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ هر موجود ۽ غير موجود شيءِ کان بي نياز هجي ۽ هر موجود شيءِ ان جي محتاج هجي، بلڪ ڪابه شيءِ پنهنجي ذات ۽ صفات ۾ پنهنجي وجود ۾ بقا ۾ مطلب ڪنهن به لحاظ کان ان کان بي پرده نه هجي هر موجود شيءِ جو وجود ان جي طرفان ٿي آهي.
حقيقي بادشاهه ته الله تعاليٰ ئي آهي هر شيءِ ان جي ڪنٽرول قدرت ۽ قبضي ۾ آهي، ڪنهن کي وجود ڏيڻ ختم ڪرڻ، جيارڻ، مارڻ، ڪجهه نه ڏيڻ ۽ گهڻو ڏيڻ، ٿورو ڏيڻ ان جي ئي اختيار ۾ آهي، هو هر شيءِ کان بي نياز آهي، اهڙو بادشاهه آهي جو سندس حڪم کي ڪوبه رد نه ٿو ڪري سگهي.

**مَلِڪَ ۽ مَالِڪَ ۾ فرق:**

الله تعاليٰ جي نالن سڳورن ۾ هڪڙو نالو مالڪ الملڪ به آهي، جنهن جي وضاحت ان نالي جي تشريح ۾ ايندي، هتي اسان کي ملڪ ۽ مالڪ ۾ فرق واضح ڪرڻو آهي.
ملڪ جو لفظ پنهنجي معنيٰ ۽ وسيعت (ڪشادگي) رکي ٿو چاڪاڻ ته ڪو شخص ڪنهن زمين جي ٽڪري جو مالڪ ته ٿي سگهي ٿو پر ان ۾ پر ان تي حڪمران نه ٿو ٿي سگهي

البت ملڪ جي لاءِ حڪمرانيءَ جي وصف جو هجڻ ضروري آهي، جيتوڻيڪ هو ان زمين جي ٽڪري تي مالڪاڻو حق نہ بہ رکندو هجي.

**خاصيتون**

**دل جي روشنيءَ لاءِ:**

جيڪو شخص بغير ڪنهن وقفي جي مسج لڙڻ مهل هي اسم يَامَلِڪُ سئو دفعا پڙهندو تہ ان جي دل روشن ٿيندي.

**شاهوڪاريءَ لاءِ:**

جيڪو شخص صبح جي نماز کان پوءِ 120 دفعا هي (يَامَلِڪُ) پڙهندو تہ الله تعاليٰ ان کي شاهوڪار ڪري ڇڏيندو.

**مان ۽ مرتبو:**

جيڪو شخص هر وقت (يَامَلِڪُ) پڙهندو رهندو تہ الله تعاليٰ ان جي مان ۽ مرتبي ۾ واڌارو ڪندو.

**مراد ملي ويندي:**

جيڪو شخص سج اڀرڻ وقت (30000 دفعا) هي اسم پڙهندو ۽ جيڪا بہ مراد گهرندو ان کي ملي ويندس.

**عهدو برقرار:**

جيڪڏهن بادشاهہ يا عهدي وارو ڪو شخص (الملڪ القدوس) پڙهندو رهندو تہ الله تعاليٰ ان کي سندس عهدي تي قائم رکندو.

جيڪو شخص (الملڪ القدوس السلام) جو ورد ڪندو رهندو تہ ان جون زنانہ / مردانہ بيماريون ۽ وسوسا وغيره ختم ٿي ويندا ذهني ٽينشن ۽ پريشانيءَ کان هڪ تسبيح پڙهي وينديت ہ تمام گهڻو فائدو ٿيندو.

# عورت مذهبن جي آئيني ۾ قسط 3:

## مفتي نعيم الله هاليجوي

**دين اسلام ۾ عورت:**

اسلام هڪ عظيم مذهب آهي، جيڪوحقوق الله سان گڏوگڏ حقوق العباد (يعني ٻانهن جاحق) جي ادا ڪرڻ جو حڪم ۽ تلقين ڪري ٿو ۽ انهيءَ ڪري تلقين ڪري ٿو جو انهيءَ مذهب ۾ عورت کي هڪ اعليٰ مقام حاصل آهي، عورت چاهي ماءُ هجي، يا ڀيڻ هجي، ياڙال هجي، يا ڌيءُ هجي. انهن سڀني کي پنهنجي حيثيت جي لحاظ اسلام ۾ بلند مقام ۽ مرتبو ڏنو ويو آهي.

اسلام ۾ عورت مذهبي سماجي ۽ قومي ذميوارين ۾ مرد جي برابر تصور ڪئي وئي آهي. اسلام ۾ ڪنهن بہ عورت کي ان جو وڏو ۽ سرپرست ڪنهن سان شادي ڪرڻ تي مجبور نٿو ڪري سگهي. البت ان کي شادي ڪرڻ جو مشورو ڏئي سگهي ۽ اسلام ۾ هر عورت کي پنهنجي مال ۽ دولت ۾ مڪمل اختيار آهي. اها جڏهن بہ چاهي خرچ ڪري سگهي ٿي. حالانڪ اسلام کان سواءِ ٻين مذهبن ۾ ائين نہ آهي. اسلام ۾ وراثت جي معاملي ۾ عورت ڌيءُ جي حيثيت سان پنهنجي ڀاءُ کان گهٽ حصي جي حقدار آهي، يعني ڀاءُ کي بہ حصا ملند اتہ ڀيڻ کي هڪ حصو ملندو ۽ ڇوڪريءَ جي جنهن جگهہ تي شادي ٿيندي تہ ان جو مڙس پنهنجا بہ حصا پاڻ سان آڻيندو تہ چڻ ان جا ٽي (3) حصا ٿي ويندا ۽ اهڙي طرح ڀاءُ جي جنهن گهرۓ فيمليءَ ۾ شادي ٿيندي تہ ان جي ڙال بہ هڪ حصو آڻيندي تہ انهن جا بہ ٽي (3) حصا ٿي ويندا.

**عورت کي فيمليءَ جواخت:**

اسلام کان اڳ عورت کي پنهنجي ذات جي باري ۾ ڪنهن بہ قسم فيصلي ڪرڻ جواختيار نہ هو، پر اسلام عورت کي اهو اختيارڏنو، جيئن بخاري شريف ۾ حديث آهي تہ جيڪڏهن پيءُ پنهنجي بالغ ڌيءُ جونڪاح ان جي اجازت کان سواءِ ڪرايوتہ اهو نڪاح جائزنہ آهي .

ارشاد نبوي آهي تہ: عَن خَنساءَ بِنتِ خِدامٍ الأنصارِيَّةِ أنَّ أباها زَوَّجها وهي ثيِّبٌ فكَرِهَت ذلك فجاءت رسولَ اللهِ صلَّى اللهُ عليه وسلَّم فذكرت ذلك له فَرَدَّ نِكاحَها أنَّ أبَاهَا زَوَّجَهَا وهْيَ ثَيِّبٌ، فَكَرِهَتْ ذلكَ، فأَتَتْ رَسولَ اللَّهِ صلَّى اللهُ عليه وسلَّم، فَرَدَّ نِكَاحَهُ.(بخاري شريف كتاب الحج.) حضرت خنسآءُ بنت خذام انصاريءَ كان روايت آهي تہ ان جي پيءُ ان جو نڪاح ڪرائي ڇڏيوهو ۽ اها ثيبه (يعني بالغہ) هئي ۽ ان کي اهو نڪاح قبول ۽ منظور ڪون هو تنهن ڪري اها پاڻ سڳورن ﷺ جي خدمت ۾ حاضر ٿي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن ان جي نڪاح کي ناجائز (باطل) قرار ڏئي ڇڏيو".

**عورتن سان ڀلائي ڪرڻ جوحڪم:**

اسلام عورت سان چڱائي ۽ ڀلائي ڪرڻ جوحڪم ڪري ٿو ۽ پاڻ ڪريمن ﷺ جن عورتن سان ڀلائي ڪرڻ جي وصيت ڪرڻ فرمائي آهي: ارشاد نبوي ﷺ آهي:

وعن أبي هريرة رضي الله عنه عن النبي صلى الله عليه وسلم قال) : "من كان يؤمن بالله واليوم الآخر فلا يؤذ جاره، واستوصوا بالنساء خيراً، فإنهن خلقن من ضلع، وإن أعوج شيء في الضلع أعلاه، فإن ذهبت تقيمه كسرته، وإن تركته لم يزل أعوج، فاستوصوا بالنساء خيراً

---

(بخاري شريف جلد ٻيو) حضرت ابوهريرة رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ پاڻ ڪريمن ﷺ جن فرمايوتہ جيڪوشخص الله تي ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکي ٿو تہ پوءِ اهو پاڙي وارن کي تڪليف نہ ڏئي ۽ آئون توهان کي عورتن جي باري ۾ ڀلائي ڪرڻ جي وصيت ڪريان ٿو.

ٻئي جڳهہ تي ارشاد نبويﷺ آهي:

وَعَنْ أَبِي هُرَيْرَةَ\nقَالَ: قَالَ رَسُولُ اللَّهِ صَلَّى اللَّهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ: «أَكْمَلُ الْمُؤْمِنِينَ إِيمَانًا أَحْسَنُهُمْ خُلُقًا وَخِيَارُكُمْ خِيَارُكُمْ لِنِسَائِهِمْ» . رَوَاهُ التِّرْمِذِيُّ وَقَالَ: هَذَا

حَدِيثٌ حَسَنٌ صَحِيحٌ وَرَوَاهُ أَبُو دَاوُد إِلَى قَوْله «خلقا»\( رياض الصالحين باب الوحية بالنسآء صفحو149)

حضرت ابوهريره ﷺ رضي الله عنہ کان روايت آهي پاڻ کريمن ﷺ جن ارشاد فرمايو: سڀ کان ڪامل مؤمن اهو شخص آهي جنهن جا اخلاق سيني کان سٺا هجن ۽ توهان مان بهترين انسان اهي آهن جيڪي پنهنجن عورتن جي باري ۾ سٺا هجن “.

اسلام ۾ عورت کي دنيا جو بهترن سامان چيو ويو آهي .

پاڻ ڪريم ﷺ جن نيڪ ۽ صالح عورت کي دنيا جو بهترين ۽ قيمتي سامان قرار ڏنو آهي . ارشاد نبوي آهي:

"عن عبد الله بن عمرو أن رسول الله صلى الله عليه وسلم قال: " الدنيا متاع، وخير متاع الدنيا المرأة الصالحة". (رياض الصالحين باب الوصية بالنساءِ صفحو149+150_) ترجمو: حضرت عبدالله بن عمروبن عاص رضي الله عنہ کان روايت آهي پاڻ ڪريم ﷺ جن فرمايو تہ دنيا سامان آهي ۽ دنيا جو بهترين نيڪ عورت آهي اسلام ۾ عورت سان سهڻي سلوڪ ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي. نيڪ عورت دنيا جو بهترين سامان آهي، يعني جنهن ماڻهو جي گهر واري نيڪ آهي ان جي لاءِ اها دنيا ۾ عزت ۽ آخرت ۾ بخشش جوسامان آهي.

**اسلام عورت کي رتبوڏنو:**

اسلام عورتن جي حقن کي مقرر۽ متعين ڪيو آهي انهن کي جائيداد جو حقدار قرار ڏنو ۽ انهن سان نرمي، شفقت ۽ حسن سلوڪ جي تعليم ڏني آهي.

اسلام ئي عورتن تي مختلف فرض ۽ ذميواريون مقررڪري کين رتبو عطا ڪيو آهي، عورت مختلف حيثيتن سان ماءُ جي

حيثيت، زال جي حيثيت، پيڻ ۽ ڌي جي حيثيت سان مٿانهون رتبو قرارڏنو آهي.

پر جڏهن اسان مختلف قومن جي تاريخ کي ڏسون ٿا ته معلوم ٿئي ٿوته ڪٿي عورت کي پيرن جي جُتي سمجهيو ويو ته ڪٿي ان کي حُسن جي ديوي قرار ڏنو ويو ۽ وري ڪٿي عورت کي دلفريب رانديڪو سمجهي ان کي معاشري جي حقن کان محروم قرار ڏنو ويو.

اسلام مرد ۽ عورت کي برابريءَ جي طور تي نيڪي ۽ تقويٰ جي حوالي سان هميشه وارين خوشين جو حقدار قرار ڏنو آهي ۽ اعلان ڪيو ته نسل انسانيءَ جي پيدائش ۽ بقا جي لاءِ مرد ۽ عورت ٻنهي جي حيثيت برابرآهي. انهن جي پيدائش هڪ ئي جسم ۽ جان مان ٿي آهي، تنهن ڪري انهن کي هڪ ٻئي تي نسلي ۽ فطري اعتبارسان برتري حاصل نه آهي.

ارشادباري تعاليٰ آهي:

يٰۤاَيُّهَا النَّاسُ اتَّقُوْا رَبَّكُمُ الَّذِيْ خَلَقَكُمْ مِّنْ نَّفْسٍ وَّاحِدَةٍ وَّخَلَقَ مِنْهَا زَوْجَهَا وَبَثَّ مِنْهُمَا رِجَالًا كَثِيْرًا وَّنِسَآءً ۚ وَاتَّقُوا اللّٰهَ الَّذِيْ تَسَآءَلُوْنَ بِهٖ وَالْاَرْحَامَ اِنَّ اللّٰهَ كَانَ عَلَيْكُمْ رَقِيْبًا (النساءِ:1) ترجمو: اي انسانو! پنهنجي پالڻهارکان ڊڄوجنهن توهان کي هڪ جان مان پيداڪيوآهي ۽ ان مان جوڙي پيداڪيائين ۽ انهن سان گهڻامرد ۽ عورتون پکڙيائين" انهيءَ ارشاد خداونديءَ مان معلوم ٿيوته اسلام پنهنجي پيروڪارن کي عورتن سان حسن سلوڪ ۽ ڀلائي ڪرڻ جي تعليم ڏئي ٿو.

# اولاد جي ظاهري ۽ اندروني تربيت

## مفتي محمد آصف خاصخيلي المؤمن

### ٻار مستقبل جوسرمايوهوندا آهن

جيڪڏهن انهن کي صحيح تربيت ڏني وڃي ته ان جو مطلب اهو آهي ته هڪ سني ۽ مضبوط معاشري جي لاءِ هڪ صحيح ۽ مضبوط بنياد وڌوويوآهي ٻارن جي سني تربيت سان هڪ مثالي معاشرو وجود ۾ ايندوآهي  ان جي لاءِ هڪ سنو ٻوٽوئي ايندڙ وقت لاءِ مضبوط بهترين ميو اڏيندڙ وڻ ٿجي سگهي ٿو.

ننڍپڻ جي تربيت جو مثال اهين آهي جيئن پٿرتي لڪير هجي ننڍپڻ ۾ ئي جيڪڏهن ٻار جي صحيح ديني ۽ اخلاقي ۽ اصلاحي تربيت ڪئي وڃي ته وڏو ٿيڻ کان پوءِ به  ان جو تمام گهڻو اثر رهندو. ان ابتڙ جيڪڏهن ٻار جي سني نموني سان تربيت نه ڪئي وئي ته وڏو ٿيڻ کان پوءِ به ان مان ڀلائيَ جي اميد نه ٿي ڪري سگهجي.

بالغ ٿيڻ کان پوءِ اهوجيڪي به براڪم ڪندوءِ برن اخلاقن وارو ٿيندوان جي ذميدار ۽ ان جاقصوروار ماءُ پيءُ آهن جن شروعات ۾ ئي ان جي صحيح رهنمائي نه ڪئي اهڙي قسم جواولاددنيا۾ ماءُ پيء جي خواريءَ جوسبب ٿجندا ۽ ماءُ پيء جي پريشانيءَ جو سبب ٿجندآهن ۽ اهو به يادرڪڻ گهرجي ته اولادجي سني ۽ ديني تربيت دنيا ۾ ماءُ پيءُ جو نالو روشن ڪرڻ جو سبب ٿجندا ۽ آخرت ۾ ڇوٽڪاري جو سبب ٿجندا ۽ نيڪ صالح اولاد صدقو جايو آهي.

تربيت جولفظ هڪ تمام گهڻو مفهوم رکڻ وارو لفظ آهي ان لفظ جي هينان هڪ هڪ ماٺهوجي تربيت، خاندان جي تربيت  معاشري ۽ سوسائٽيءَ جي تربيت پوءِ انهن قسمن ۾ ٻيا به گهڻائي قسم داخل آهن انهن سڀني قسمن جي تربيت جو مقصد ۽ غرض سنو ۽ پاڪ، اخلاق، ڪرداروراي معاشري جو قائم ٿيڻ آهي اولادجي تربيت به انهن قسمن

مان هڪ اهم قسم آهي سولن لفظن ۾ تربيت جي تعريف هيئن ڪري سگهجي ٿي برن اخلاقن ۽ عادتن ۽غلط ماحول کي سٺن اخلاقن ۽عادتن نيڪ ديندارپاڪ ماحول سان تبديل ڪرڻ جو نالوتربيت آهي تربيت ٻن قسمن جي ٿيندي آهي(1) ظاهري(2) باطني) اندروني (ظاهري اعتبارسان تربيت مان اولادجي ظاهري وضع قطع، لباس ڪائڻ، پيئڻ، اٿڻ، ويهڻ، ميل ملاقات، ان جي دوستن ۽مٽن مائٽن ۽ ان جي تعلق وارن ۽ ان جي مشغوليت ۽ مصروفيت کي نظر ۾رکڻو آهي ۽ ان جي تعليم جي باري ۾ جانچ پرتال ڪرڻي آهي ۽ ان جي بالغ ٿيڻ کان پوءِ ان جي ذريعي معاش جي نگراني وغيره ان ۾ شامل آهن ۽ ان جي باطني) اندروني (تربيت مان مراد اولاد جاعقيدا ۽ اخلاقن جي اصلاح، صحيح ڪرڻ آهي اولادجي ظاهري ۽باطني) اندروني (ٻنهي قسمن جي تربيت ماءُ، پيءُ جي ذمي فرض آهي. ماءُ، پيءُ جي دل ۾ اولاد جي لاءِمحبت ۽شفقت جوقدرتي جذبو ۽ احساس لٽووبندوآهي ۽ اهوئي ماءُ، پيءُ جي شفقت، محبت جافطري جذبات ۽ احساس آهن جيڪي ٻارن جي تربيت ۽ انهن پرورش جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ تي اياريندا آهن، ماءُ، پيءُ جي دل۾ هيءُ جذبات چڱي طرح وينل آهن ۽ گڏوگڏ پنهنجي ديني ذميدارين جو احساس هوندو آهي ته اهوپنهنجي فرضن ۽ ذميدارين کي سٺي طريقي سان اخلاص ۽ سچائي سان پوروڪري سگهن قرآن مجيد ۽ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلّم جن جي حديثن مبارڪن ۾ اولاد جي تربيت جي باري ۾ ظاهرظهوراحڪام موجود آهن ،جيئن ته الله تعاليٰ جوفرمان آهي يٰۤاَيُّهَا الَّذِيۡنَ اٰمَنُوۡا قُوۡۤا اَنۡفُسَكُمۡ وَاَهۡلِيۡكُمۡ نَارًا وَّقُوۡدُهَا النَّاسُ وَالۡحِجَارَةُ) التحريم (6:پنهنجو پاڻ کي پنهنجي ۽ پنهنجي اولاد کي ان باھ کا ن بچايوجنهن جوٻارڻ انسان ۽ پٿرآهن

حضرت علي رضي الله عنہ ان آيت جي تفسير ۾ فرمايو: عَلِّمُوْاهُمْ وَاَدِّبُوْهُمْ ترجمو:انهن (پنهنجن اولاد) کي تعليم ڏيو ۽ انهن کي

ادب سيکاريو فقهاءِڪرام لکيوآهي تہ هرشخص تي فرض آهي تہ پنهنجي گهرواريءَ ۽ پنهنجن ٻارن کي شرعيت جي فرضن ۽ حلال ۽ حرام جي تعليم ۽ شريعت جي احڪامن جي تعليم ڏي ۽ ان تي عمل ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري.

اولاد جي تربيت جو اندازوهن حديث مبارڪ مان لڳائي سگهجي ٿوپاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن جو فرمان آهي، مَانَحَلَ وَالِدٌاَفْضَلَ مِنْ اَدَبٍ حَسَنٍ (بخاري) ترجمو: ڪوئي پيءُ پنهنجي اولاد کي ان کان بهتر عطيو نٿوڏئي سگهي جوان کي سنا ادب سيکاري يعني سني تربيت ڪرڻ سنا ادب سيکارڻ اولادجي لاءِ سڀ کان بهترين عطيوآهي

بئي حديث مبارڪ ۾ آهي عَنِ ابْنِ عَبّاس قَالُوْا:يَارَسُوْلُ اللهِ صلي الله عليه وسلم! قَدْعَلِمْنَامَاحَقُّ الْوَالِدِفَمَاحَقُّ الْوَلَدِ؟ قَالَ: اَنْ يَحْسنَ اِسْمُهٗوَيَحْسنَ اَدَبُه) سنن بيهقي ( ترجمو: حضرت ابن عباس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ صحابہ ڪرام رضي الله عنهم اجمعين عرض ڪيو اي الله جا رسول والدين جاحق تہ اسان ڄاڻي ورتا، اولادجا حق ڪهڙا آهن؟ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن ارشادفرمايواهوآهي تہ ان جونالوسنورکي ۽ ان جي تربيت سني ڪري.

هڪ بئي حديث ۾اچي ٿو تہ اهو تمام وڏو گناہ آهي جيڪوانسان جنهن جو ذميدار ۽ چوڪيدار آهي ان کي ضايع ڪري ڇڏي ۽ ان جي تربيت نہ ڪري ۽ اهوبہ ضايع ڪرڻ آهي جوٻارکي اهيئن لاوارث ڇڏي ڏين جواهي رلنداوتن ۽صحيح رستي کان هٽي وڃن ۽ انهن جا عقيدا ۽ اخلاق، عادتون خراب ٿي وڃن. اها ڳالهہ بہ يادرکڻ گهرجي تہ اسلام جي نظر ۾ اڻ ڄاڻي ڪوئي عذرنہ آهي، ٻارن جي تربيت سلسلي ۾ جن ڳالهن جي ڄاڻ رکڻ ضروري آهي ان ۾

ڪنهن بہ قسم جي ڪوتاهي قيامت جي ڏينهن جيڪا پڇاڻيندي ان ڪا ن ڪاب شي روڪي نہ ٿي سگهي، حضرت عبدالله بن عمررضي الله عنہ جو فرمان آهي تہ آهي: پنهنجي اولاد کي ادب سيکاريو، قيامت جي ڏينهن توهان کان ان جي باري ۾ پڇاڪئي ويندي تہ توهان ان کي ڪهڙو ادب سيکاريو؟ ۽ ڪهڙي علم جي تعليم ڏني؟ (شعب الايمان، البيهقي)

**ٻارن جي حوصلاافزائي ڪرڻ:**

ٻار نرم آلي مٽيءَ وانگر هوندو آهي اسان ان مان جيڪا شيءِ ٺاهينداسين اها شيءِ ٺهندي، ٻار جيڪڏهن ڪو سٺو ڪم ڪري تہ ان جي شاندار نموني سان حوصلا افزائي ڪرڻ گهرجي ان ۾ ڪنجوسي نہ ڪرڻ گهرجي ۽ ٻار کي شاباس ۽ ڪوئي انعام وغيره ڏيڻ گهرجي جهن سان ٻار خوش ٿي ويندوءِ اڳتي بہ ان ۾ سٺي ڪم ڪرڻ جو شوق پيندا ٿيندو

**ٻار جي غلطيءَ تي تنبيہ جو جوبهترين انداز:**

ٻار کي ڪنهن غلط ڪم ڪرڻ تي لڳاتار ٽوڪڻ ۽ تنبيہ ڪرڻ ان جي طبيعت ۾ غلط شي داخل ٿيڻ کان حفاظت جو سبب بڻجندوآهي ۽ جيڪڏهن ان ۾ ذري برابر بہ غفلت ڪئي وئي تہ ان ۾ڪوب شڪ نہ آهي تہ ان سان ٻار ۾ غلط فڪرۓ برائي جي پاڙ مضبوط ٿيندي ويندي ۽ اڳتي هلي ان جونتيجوتمام گهڻو خراب نڪرندو جو ٻار تي توهان جو وس نہ هلندو پر جيڪڏهن وقت تي ٻار کي غلطي تي تنبيہ ڪئي وئي تہ ان سان غلط شي پاڙ کان ئي ختم ٿي ويندي آهي ۽ ان غلطي جو ٻج ختم ٿي ويندو. ٻارڪان غلطي ٿي وڃڻ ڪاوڙي ڳالهہ ڪان آهي غلطي تہ وڏن کان بہ ٿي ويندي آهي ٻار تي ماحول جو وڏو اثر ٿيندوآهي ٿي سگهي ٿوتہ ٻار غلط ماحول جي ڪري ڪا غلطي ڪري وجهي ان سڄي صورتحال کي سامهون رکڻ گهرجي تہ ٻارڪان غلطي ڪهڙي

سبب جي ڪري ٿئي آهي؟ سڀ کان پهريان ان سبب جي ڳولا ڪجي ۽ ان سبب کي ختم ڪرڻ ڪوشش ڪجي ۽ان لحاظ سان ان کي سمجهائجي ۽ ان شي کان ان کي ڊيڄارجي ۽ ان شيءِ جانقصان ان جي سامهون رکجن تربيت ڪندڙ کي ان ڳالھ کان واقف هجڻ گهرجي تہ هن وقت ٻارجي لاءِ نصيحت مناسب آهي يا ٻيوڪجھ تربيت ڪرڻ ۾ وچ ٽرائي ڪرڻ گهرجي مناسب رستوونجي نہ تمام گهٽي نرمي ڪجي جو ٻار برن عادتن جو شڪار ٿي وجي ۽ ٻار جا برا اخلاق ٿي وجن ۽ نہ وري ٻار تي ايتري سختي ڪرڻ گهرجي جو ٻار باغي ٿي وڃي ٻار جي تربيت پلاننگ سان ڪرڻ گهرجي ۽ هر غلطي کي نوٽ ڪرڻ گهرجي پوءِ ان کي ذهن ۾ رکي تربيت ڪرڻ گهرجي.

ياد رکڻ گهرجي ٻار جي غلطي تي تنبيہ هن طرح هجڻ گهرجي(1) سمجهائڻ (2) لالچ ڏيڻ (3) دڙڪا ڏيڻ (4) اخلاقي سزا ڏيڻ (5) خرچي وغيره روڪڻ يعني ٻار کان غلطي ٿيڻ جي صورت ۾ ان جي تربيت حڪمت ۽ دانائي سان ڪرڻ گهرجي جيڪڏهن ٻارکان پهريون دفعو غلطي ٿي وڃي تہ ٻار کي اشارن سان سمجهائڻ گهرجي ظاهر ظهور ان غلطي جو ذڪر ضروري نہ آهي ۽ جيڪڏهن ٻار باربار ساڳئي غلطي ڪري ٿوتہ ان کي ان جي دل ۾ اها ڳالھ سختيءَ سان ويهاريوتہ جيڪڏهن اڄ غلطي ڪئي اٿئي اڳتي وري اها غلطي ڪئي تہ تون سان سختي ڪئي ويندي ان وقت ان کي دڙڪا ڏيڻ ضروري نہ آهن نصيحت ۽ پيار واري انداز ۾ ان کي غلطي جو احساس ڏياريووجي .

**هڪ واقعوحضورصلي الله عليہ وسلم جي تربيت جو:**

پيار ۽ محبت سان ٻار جي تربيت ۽ اصلاح جو واقعو حضرت عمربن ابي سلمہ رضي الله عنہرصي الله عنہ کان نقل ٿيل آهي تہ آئون ننڍپڻ جي زماني ۾ نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي تربيت ۽ ڪفالت ۾ هيس هڪ دفعونبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن سان گڏجي ماني کائي

رهيوهيس منهنجوهٽ تانوءِ هيڏي هوڏي گهمي رهيو هيو اهو ڏسي ڪر پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم جن مون کي فرمايو: ”يَاغُلَامَ سَمِّ اللهَ وَكُلْ بِيَمِيْنِكَ وَكُلْ مِمَّايَلِيْكَ، ترجمو : اي ڇوڪرالله جونالو وٺي ڪري کاڏوکاءُ ۽ سڄي هٿ سان کاءُ ۽ پنهنجي طرف کان کاء جيڪڏهن نصيحت ۽ آرام سان سمجهائڻ کان پوءِ بہ ٻار غلطي ڪري تہ ان کي اڪيلائي ۾ دڙڪو وغيره ڏنو وڃي ۽ ان ڪم جي برائي ٻڌائي وڃي ۽ ان کي اهو سمجهايووڃي تہ اڳتي اهيئن نہ ڪجان جيڪڏهن پوءِ بہ غلطي کان نہ مڙي تہ ٿوري سختي ڪئي وڃيس ۽ ان کي هر صورت ۾ سنو ماحول ۽ نيڪن جي صحبت فراهم ڪجي.

ياد رهي تہ هيءَ سڀ طريقابالغ ٿيڻ کان پهريان جا آهن . بالغ ٿيڻ کان پوءِ جاطريقا مختلف آهن ،بالغ ٿيڻ کان پوءِ دوستانہ اندازاختيار ڪيوان سان سختيءَ سان پيش نہ اچوءِ ان جي هر ڳالهہ ۽ هر ڪم تي نظر رکو جيڪڏهن ان ۾ڪا بري عادت پئجي وئي هجيس تہ ڪوشش ڪري ان کي گهرکان ٻاهر نہ ڪيوس ۽ علاج وانگر ان کي آهستي آهستي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪريو ،جيڪڏهن توهان ان تي سختي ڪئي ۽ پاڻ کان پري رکيوءِ گهر کان ٻاهر ڪڍيوتہ اهو بري سنگت جڪو شڪار ٿي ويندوءِ اجان وڌيڪ ان ۾ بريون عادتون ٿي وينديون.

ايئن هڪ واقعو اچي ٿو تہ هڪ شخص ملازمت جي لحاظ سان گهر کان ٻاهر رهندوهيوان جو نيگر اسڪول ۾ دوران تعليم غلط صحبت جو شڪار ٿي ويو ۽ اهو منشيات جو عادي ٿي ويوشراب وغيره پيئڻ لڳو پهريان تہ اهوڇوڪر پنهنجي ماءُ، پيءُ کان ان کي لڪائيندو رهيو پر بالآخر ماءُ، پيءُکي ان جي خبر پئجي وئي جيئن تہ اهو وڏير ڪو ٻار هيو امير گهراڻي جو ٻار هيو پيءُ ملازمت جو مدو پورو ڪري گهر آيو ان پنهنجي نيگر کي چيائين جيڪو ٿيوسو ٿيوهاڻ جيڪو ڪجهہ تون کي ڪپي اهو مون کي ٻڌاءِ اهو آئون تون

ڪي هتي مهيا ڪندس ان نيگر تي ڪاوڙ وغيره ڪان ڪئي ان اهو سوچوتہ جيڪڏهن مون هن کي گهرڪا ن ٻاهر ڇڏيوۃ هيۓ شراب جو عادي ٿي ويوآهي سگريٽ جو عادي ٿي ويوآهي ۽ شراب سيني برائن جي پاڙ آهي ان سان هيۓ اجان وڌيڪ برن عادتن جو شڪار ٿي ويندو برحال اهو ان کي آهستي آهستي ڪنٽرول ڪندو ويو ۽ دماغ جي ڊاڪٽر کي بہ ان جي طبيعت ڏکاريندو رهيو پهريان جتي شراب جون بہ بوتلون پيئندو هيو اهو آهستي آهستي هڪ بوتل تي تي آيو ۽ پوءِ اڌبوتل تي آيو اڳتي هلي بلڪل شراب کي ڇڏي ڏنائين ۽ جتي سگريٽ جا بہ پاڪيٽ پيئندو هيو اهو گهٽ ڪري آهستي آهستي هڪ تي آيو ۽ پوءِ اڌ پاڪيٽ تي ۽ آهستي آهستي سگريٽ پيئڻ بہ ڇڏي ڏنائين ۽ ان ڪان پوءِ ان کي بزرگن جي صحبت ۾ وٺي ويندو رهيو بالآخر ان تي بزرگن جي صحبت جو اثر ٿي ويو ۽ اهو نمازجو پابندٿي ويوجڏهن ان جي پيۓ ڏٺو تہ هاڻ هن تي بزرگن جي صحبت اثر چڙهي ويو آهي ۽ هن ۾ جيڪي برايون هيون اهي ختم ٿي ويون آهن ان ڪان پوءِ ان کي ڪاروبار ۾ پاڻ سان گڏ شامل ڪيائين ۽ ان اهاسوچ سوچي تہ جيڪڏهن ان کي ان بري حالت ۾ مون پنهنجو پئسو ڏنو تہ اهو پئسو ڪاروبارڪرڻ جي بجاءِ غلط جڳهن تي استعمال ڪري پئسي جو بي جا ضائع ڪري ڇڏيندو بهرحال ان عقلمندي ۽ دانائي ڪان ڪم ورتو ۽ ان نيگر جي سٺي تربيت ڪرڻ ۾ڪامياب ٿي ويو، الله تعالي فرمائي ٿو قرآن مجيد ۾ بيشڪ الله نيڪوڪارن جو اجر ضائع نہ ڪندو آهي.

پر جيڪڏهن ان صورتحال ۾ ناداني ڪيائين ۽ سختي سان پيش آيو تہ ان صورت ۾ ڪنهن بہ وقت ڪو بہ وڏو حادثو پيش اچي سگهي ٿو

**چوڪرن کي نياڻن تي ترجيح ڏيڻ وڏوگناه آهي:**

اولادالله تعاليٰ جي تمام وڏي نعمت ۽ تحفوآهي پوءِ چاهي اهو ڇوڪروهجي يانياڻي هجي، اسلامي تعليم جي لحاظ سان ٻارن تي

رحم ۽ شفقت جي معاملي ۾ نيگرن نياڻي ۾ ڪوب فرق نہ آهي جيڪي ماءُ پيءُ ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ ۾ فرق وارو ورتاءُ ڪندآهن اهي جاهليت جي پراڻي برائيءَ ورتل آهن اهڙي قسم جي سوچ ،فڪر ۽ عمل جو اسلام سان ڪوب تعلق ڪون آهي ،بلڪي اسلام جي اعتبار سان اهڙي قسم جي سوچ رکندڙن لاءِ قرآن شريف ۽ حديثن مبارڪن ۾ وڏيون سزائون ذڪر ٿيل آهن ،نياڻيءَ کي گهٽ سمجهڻ حقيقت ۾ الله تعاليٰ جي ان فيصلي کان ناراضپي جو ظاهر ڪرڻ معلوم ٿئي ٿو جيڪو الله تعاليٰ ان کي نياڻي ڏئي ڪري ڪيو آهي ،اهڙي ماڻهوءَ کي سمجهڻ گهرجي تہ اهو ڇا پرجيڪڏهن پوري دنيا ملي ڪري بہ الله تعاليٰ ان فيصلي کي تبديل نٿاڪري سگهن ، اهاحقيقت ۾ جاهليت جي زماني هڪ بري سوچ آهي جنهن کي ختم ڪرڻ جي لاءِ ٻنهي جهانن جي سردار،رحمة للعالمين صلي الله عليہ وسلم ،ماءُ،پيءُ کيءَ تربيت ڪرڻ وارن کي نياڻن سان سهڻوسلوڪ ڪرڻ ۽ انهن جي ضرورتن جو خيال رکڻ جي باري ۾ باربار نصيحت ڪئي آهي.

والله اعلم بالثواب

## الله خاطر دوستي ۽ دشمني ايمان جي نشاني آهي

قاري منير احمد جوڻو

حضرت ابوامامہ باهلي کان روايت آهي تہ حضور انور ﷺ جن فرمايو:

مَنْ أَحَبَّ لِلَّهِ، وَأَبْغَضَ لِلَّهِ، وَأَعْطَى لِلَّهِ، وَمَنَعَ لِلَّهِ فَقَدِ اسْتَكْمَلَ الْإِيمَانَ

(ابي دائود:4681)

ترجمو:جنهن الله تعاليٰ جي لاءِ ڪنهن سان محبت ڪئي ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ دشمني ڪئي ۽ الله تعاليٰ جي لاءِ ڏنو ۽ الله خاطرروڪيائين تہ ان پنهنجو ايمان ڪامل ڪري ورتو

# اولاد جي تربيت جا ٽي سنهري اصول:قسط ٽي (3)

**مفتي حفيظ الرحمان** مدرسہ تعليم الاسلام گلشن اقبال ڪراچي

اولاد جي تربيت جي سلسلي ۾ عالمن ٽي (3) ڳالهيون ٻڌايون آهن.

(1) ڳالهہ هئي تہ ننڍپڻ کان ئي پنهنجي ٻار کي سچائي جو عادي بڻايو. سچائي جي ڪري اهو گهڻن گناهہ کان بچي ويندو. جيڪڏهن ٻار کي سچ ڳالهائڻ جي عادت ٿي وئي سچائي جي عظمت ان جي دل ۾ پئجي وئي ۽ ڪوڙ کان نفرت ٿي وئي تہ پنهنجو پاڻ ٻار گهڻن گناهن کان بچي ويندو. ان لاءِ تہ جڏهن بہ هو لڪي ڪري ڪائي غلطي ڪندو تہ ان جو دماغ ان کي اها ڳالهہ ياد ڏياريندو تہ بابا جي سامهون سچ ڳالهائڻو پوندو يا وري امان جي سامهون سچ ڳالهائڻو پوندو تہ اهو غلطي ڪرڻ کان رڪجي ويندو. جيڪڏهن خدا نہ ڪري ۽ اهو ٻار ڪوڙ جو عادي ٿئي پوي تہ چوندو کهڙو وري بابا مون کي ڏسي رهيو آهي ۽ کهڙو وري امان مون کي ڏسي رهي آهي. هي بہ ڪر ۽ هو بہ ڪر جيڪا دل گهرئي اهو ڪر امان جي سامهون ڪوڙ ڳالهائيندس.

تہ ٻار کي سچ ڳالهائڻ جو عادي بڻائجي چڻ تہ ان کي گهڻن برائن ۽ گندگين کان روڪڻ آهي.

(2) ٻي ڳالهہ هي آهي تہ ان کي نمازجوعادي بڻائجي. رسول الله ﷺ جن والدين کي حڪم ڪيو آهي تہ جڏهن توهان جي اولاد جي عمر ستن سالن تائين ٿي وڃي تہ پنهنجي اولاد کي نماز پڙهڻ لاءِ چئو جڏهن ان جي عمر ڏهہ سال ٿي وڃي ۽ نماز نہ پڙهي تہ تنبيهہ خاطر اولاد کي سزا ڏيو (سبحان الله) هيءُ

حڪم ڇو ڏنائون، انهيءَ جي لاءِ ته (الله نه ڪري الله نه ڪري) هو بالغ ٿي وڃي ۽ ان ڪي نماز جي عادت نه پوي انهيءَ حالت ۾ بالغ ٿي وڃي ته ان جون نمازون رهجي وينديون ته پوءِ ان جو اسلام ڪان رشتو ٽٽي پوندو انهيءَ لاءِ ننڍپڻ ۾ ئي ان ڪي نماز جو عادي بڻائجي ته بلوغت ڪان پهريون پهريون نماز جو عادي بڻجي وڃي ۽ اهڙو عادي بڻجي وڃي جو نماز ان جي طبيعت بڻجي وڃي. حالانڪ ڏهن سالن ۾ به ٻار بالغ نه ٿيندو آهي، پر نماز جي اهميت جي خاطر ان ڪي مسلسل نماز جي تلقين ڪندا رهو.

(3) ٽئين ڳالهه هيءَ آهي ته پنهنجي اولادڪي عالمن ۽ صالحن جي خدمت ۾ وٺي وڃو ۽ اولاد ڪان انهن جي خدمت ڪرائيندا رهو جڏهن انهن جي دلين ۾ بزرگن جي عظمت ايندي ته پوءِ دين جي به عظمت ايندي ۽ دين جو به شوق پيدا ٿيندو اڳئين زماني ۾ مسلمان ان ڳالهه جو اهتمام ڪندا رهندا هيا اڄ جو حال توهان جي سامهون آهي

**حضرت امام شافعي جو واقعو:**

هڪ دفعي امام شافعي جون نياڻيون، پنهنجي پيءُ ڪي چوڻ لڳيون بابا سائين! گهڻا ڏينهن گذري ويا آهن ته اسان جي گهر ۾ ڪو ئي بزرگ نه آيو آهي اسان ڪي ان جي خدمت جو موقعو نه مليو آهي. ڇو ته انهن جي تربيت انهيءَ طريقي سان ٿي هئي. امام شافعي ٿوروغور ۽ فڪر ڪيو ته پنهنجي نياڻين ڪي چيائين منهنجو هڪ شاگرد آهي الله تعاليٰ ان ڪي تمام گهڻو مرتبو عطا فرمايو آهي چڱو ان ڪي دعوت ڪيون ٿا. (امام احمد بن حنبل جوانتخاب ڪيائون) حضرت امام شافعي پنهنجي نياڻين جي سامهون ان جون وڏيون فضيلتون بيان فرمايون ته

هو هيڏو وڏو بزرگ آهي،اهڙو الله وارو آهي، اهڙو نيڪ آهي. هاڻي جڏهن امام احمد بن حنبل آيا ته نياڻين وضو ڪري ڪاڏو تيار ڪيو ۽ سموري ڪاڏي تياري ڪرڻ جي دوران هڪ گهڙي به الله جي ذڪر کان غافل نه رهيون ۽ انهن کي وڏي خوشي ٿي ته اسان جي گهر ۾الله وارو وڏو بزرگ آيو آهي جنهن جڳهه تي حضرت کي آرام ڪرڻو هو اتان جو انتظام به انهن ڪيو رات جي ضروريات جي لاءِ پاڻي به رکي ڇڏيو.

رات جو نماز کان پوءِ ڪاڏو پيش ڪيو ويو ته حضرت ڪاڏو. الله جو شان هيءُ ٿيو جيترو به ڪاڏو آيو حضرت اهو سمورو ڪاڏو کائي ڇڏيو جڏهن خالي ٿانو واپس آيا ته نياڻين کي حيرت ٿي ته الله جا نيڪ ٻانها ته رات جو ڪاڏو ٿورو کائيندا آهن ڇو ته رات جو انهن کي قيام ڪرڻو هوندو آهي، الله جي عبادت ڪرڻي هوندي آهي ليڪن اهي نياڻيون خاموش ٿي ويون جڏهن صبح ٿي ويو ته اهي ٻئي حضرات نماز جي لاءِ مسجد ڏي ويا نياڻيون انهيءَ ڪمري ۾ ويون ته شايد حضرت واپس ايندا ته ڪنهن پاڻي وغيره جي ضرورت پوي ته نئون پاڻي ان جي لاءِ رکي اچون. جڏهن ڪمري ۾ داخل ٿيون ته انهن ڏٺو ته پاڻي جنهن طريقي سان رکيو ويو هو اهڙو جو اهڙو موجود هيو انهن کي ڏاڍي حيرت ۽ تعجب ٿيو. انهن کان صبر نه ٿي سگهيو ڇو ته بابا سائين ته ان بزرگ جي وڏي تعريف ڪري رهيا هيا پر رات جو ان تهجد جي نماز به نه پڙهي، جيئن اسان پاڻي رکي آيا هياسين ته ائين ئي پيو رهيو آهي. (سبحان الله )

انهن نياڻين جي ته اهڙي ماحول ۾ تربيت ٿي هئي، انهن جي دل ۽ دماغ ۾ هيءَ ڳالهه ويٺل هئي ته مسلمان اهو ٿيندو آهي جيڪو رات جو اٿي پنهنجي رب جي عبادت ڪندو آهي ڪين اها به ڄاڻ

هئي تہ اللہ جا نيک ٻانھا رات جو غفلت واري ننڊ ۾ نہ سمھندا آھن. جڏھن حضرت امام شافعي نماز پڙھي گھر آيا تہ نياڻين کين چيو تہ بابا سائين توھان تہ پنھنجي شاگرد جو وڏيون فضيلتون بيان ڪري رھيا ھئا، اسان کي حيرت آھي تہ رات جون جيترو بہ اسان کاڌو پيش ڪيو تہ ان سڄو کائي ڇڏيو ۽ ٻيو ھيءُ تہ رات جو جيڪو پاڻي اسان رکيو ھو صبح تائين اھڙو جو اھڙو موجود ھو، ان تہ تھجد جي نماز بہ نہ پڙھي اھو وري ڪھڙو بزرگ آھي؟ امام شافعي کي بہ وڏي حيرت ٿي پر جيئن تہ امام احمد بن حنبل ان جو شاگرد ھو تہ فورًا ويا ۽ ان کي پنھنجين نياڻين جو واقعو بيان ڪيائون ۽ ان کان پڇيائون تہ احمد! تنھنجي اندر ايڏي وڏي تبديلي ڪيئن آئي تہ اھي ٻئي عمل توکان نہ ٿي سگھيا. امام احمد بن حنبل فرمايو حضرت مان اھا ڳالھہ ٻڌائڻ نہ پيو گھران پر توھان پڇا ڪئي آھي تہ ٻڌايان ٿو سچي ڳالھہ اھا آھي تہ رات جو کاڌو جيئن منھنجي اڳيان آيو تہ مون کي ائين لڳو ڄڻ تہ ان کاڌي مان نور نڪري آسمان جي طرف وڃي رھيو ھو، ايترو نورانيت ۽ بابرڪت کاڌو ھو مان ان کي غنيمت سمجھيو ۽ سوچيم تہ اھڙو نورانيت وارو کاڌو زندگيءَ ۾ ملي يا نہ خبر نہ آھي توھان جي نياڻين کھڙي شوق ۽ عظمت سان کاڌو تيار ڪيو ھو ان ڪري مون سڄو کائي ڇڏيو. باقي رھي ھي ڳالھہ تہ وضو جو پاڻي اھڙو جو اھڙو پيو رھيو، سچي ڳالھہ اھا آھي تہ کاڌو اھڙو تہ برڪت وارو ھو جو الحمد للہ ان جي برڪت سان مان اللہ جي عبادت قرآني آيتن مان مسئلا ڪڍڻ ۾ گذاري ان جي لاءِ مون کي ٻيھر وضو ڪرڻ جي ضرورت پيش نہ آئي.

منھنجا پيارو! ان زماني ۾ نياڻين جي اھڙي انداز سان تربيت ٿيندي ھئي.

# طب
# انب جا فائدا
## ڊاڪٽر عبدالوحيد عباسي پريالو

الله تعاليٰ جو فرمان آهي ميون اسان هڪڙن کي ٻين کان ڪائڻ ۾ پلوڪنداآهيون بيشڪ ان ۾ نشانيون آهن عقل وارن لاءِ.
رب سبحانهٗ وتعاليٰ غذائيت سان پرپور ميواانسان ذات لاءِ پيدافرماياآهن انهٔ سيني ۾ انب جونالونرالوآهي .انب بادشاهن جوميوُ آهي ۽ ميون جوبادشاهه آهي. رب جواسان جي مٿان وڏواحسان آهي جوانب وافرمقدارم ويداتئي توهن ميوي کي صرف بادشاهه نهٔ تاکائن پراميرتوڙي غريب سڀ ان کي کائين تا. انب سنڌجي خاص سوکڙي آهي . سنڌ ۾ انب جي پيداواتمام گهڻي ٿئي ٿي

**انب جي طبي معلومات**

مزاج : منو انب گرم تر.
انب وڻ جاباقي اجزاسردخشڪ آهن ڪن طبيبن جورايوآهي تهٔ تهٔ انب گرم ۽ خشڪ آهي پرهيءِ ڳالهه عقل جي سمجهه کان مٿي آهي تحقيق هيءَ آهي انب ۾ آبي اجزاءآهن جن ڪابهٔ خشڪي نهٔ آهي.
مضر (نقصان ڏيندڙ) گرم مزاج وارن کي تڪليف ڏئي ٿوءِ استسقا جي بيماريءَ کي وڌائي ٿو.

**انب جافائدا**

قلمي انب مٺائي ريشهٔ هوندا آهن .تخمي زياده لطيف ٿين ٿا انهن ۾ رس پنڙي ٿئي ٿي . جنهن جي ڪري نفخ (پيٽ تيپ ڦوڪ) نهٔ ٿئي ٿي .قلمي انب (گيس) ۽ نفخ (پيٽ تي ڦوڪ) ڪندا آهن ۽ ديرهضم هوند آهن.

مٺوانب رئيس عضون دل ،دماغ ، اوراح ،معده ،آنڊن ،مثاني“گردي کي طاقت ڏيندوآهي ،قوت باھ کي وڌائي ٿو،بدن جورنگ صاف ڪري ،منهن ۾ خوبصورتي آڻي ٿو،رت کي وڌائي ٿو،بدن کي ٿلهوڪري ٿو ،هاضموتيزڪري ٿو،بک لڳائي ٿو.بواسير،سنگ رهني،قولنج،ڪنگهہ، صفراجي گرميءَ کي دورڪري ٿو،پيشاب کي جاري ڪري ٿو،قبضيءَ کي ٽوڙي ٿواڃ کي گهٽائي ٿو،دل کي طاقت ڏئي ٿو،دل هول ۽ خفقان کي ختم ڪري دل کي فرحت ڏئي ٿو.وات جي بدبوکي ختم ڪري ٿو.

انب ڪائڻ ڪان پوءِ ڪيرپيئڻ سان بدن کي قوت ملي ٿي .انبڙيون صفراء کي تسڪين ڏين ٿيون بک لڳائن ٿيون ،گردي جي پٿريءَ کي ٽوڙين ٿيون .

بلغمي ۽ سوادوي مزاج ۽ قوت باھ کي انبڙيون نقصان ڏين ٿيون ،طبيبن جوچوڻ آهي تہ انبڙين ۽ ڪٽي انب ڪائڻ ڪان پوءِ ڪيرنہ پيئڻ گهرجي ،

انب جامرڪبات

ابن انبڙن مان حلوو_مربو_۽ساناڻو، آچار ٺاهبو آهي. انب جوجوس بہ عام استعمال ٿيندوآهي ۽ وڏولذيذهوندوآهي .

انب حلوومقوي باھ مولد مني آهي .انب جومربودل ۽ معدي کي طاقت ڏيندوآهي ۽ وات ۾ خوشبوپيداڪندوآهي .

انب جوساناڻوصفرواري مزاج لاءِ بهترآهي بک لڳائي ٿو.برهل سوڄ جو بهترين علاج آهي .انب جوس اڄ کي ختم ڪري ٿوءِ طبيعت ۾ فرحت پيداڪري ٿو،۽ طاقت ڏئي ٿو.

انبن ڪائڻ جي باري ۾ طبيبن جون هدايتون

(1) انب ڪائڻ ڪان اڳمي انبن کي ڌوئي صاف ڪجي.

(2)انبن جي گرمي ختم ڪرڻ لاءِ انبن کي پاڻي يا برف ۾ رکي ٿڌو ڪري پوءِ کائجي .
(3)انب ماني ياچانورن سان کائي سگهجي ٿو .
(4)بهترآهي تہ انب ماني کان پوءِ کائجي .
(5)انب کان پوءِ کيرمٿان کيرپيئجي.
(6) انب کائڻ کان پوءِ پيٽ جي پرتيءُ بدهضمي ٿي پوي تہ ٿورولوڻ ياسنڌاستعمال ڪجي .

انبن سان علاج

انب جومفرداستعمال

(1)انب جي ساون پنن جوپاڻي نيم گرم ڪنن ۾ وجهڻجي تہ ڪن جوسور لهي ويندو.
(2)انب جي ٽاريءَ جوپاڻي آنڙيءَ ۾ هڻجي فائدوٿيندو،
(3) انب جوٻور سڪائي خشڪ ڪري شيشيءَ ۾ وجهي رکجي نڪهريءَ جي مريض کي هرهر سنگهائجي،
(4) انب جوجوس 100 ملي ليٽر سنڍپائونڊرٽيل 2 گرام ملائي پيار جي تہ بدهضي ختم ٿي ويندي .
(5) انبن جي ڇوڏن جو ڪاڙهو پيار جي تہ دست، پيچس ۽سنگر هنيءَ ۾ مفيد آهي.
(6)انب جي ڪانيءَ جوڏندڻ ڏجي تہ وات جي بدبوءَ ختم ٿي ويندي آهي
(7) اس لڳڻ (سن اسٽروڪ ) جي لاءِ انبڙي گرم ڪري پاڻيءَ ۾جائي ان جي رس ڪڍي ان ۾ عرق گائوزبان ملائي پيارجي .
(8) دستن ۽ پيچس لاءِ هڪ تڪ انب جي ڪوڪڙي گهوٽي پيار جي لاعلاج مريض جا بہ دست، پيچس بند ٿي ويندا.

(9) نکھريءَ لاءِ: انب جاپن، گل ۽ کانيءَ جي چار سبئي هموزن سفوف کري رکجي.

نکھريءَ لاءِ فائدي منڌآهي. استعمال جوطريقو:وڏن لاءِ ڍهيءَ ملائي کارائجي ۽ ٻارن کي عمرآهر وزن ڏجي.

(10) شوگر جي لاءِ: انب جا پن خوبخود ڇڻيل ڇانوَ ۾ سکائي سفوف کري رکجي .پوءِ ان کي صبح ۽ شام تازي پاڻي سان استعمال ڪجي.

(11) گرمي لڳڻ جي صورت ۾: انبڙي گھوٽي ڳڙملائي شربت ناهي پئجي.

نسخو: خارش لاءِ: بورکيٹ هک تولو، ترن جوتيل اڌ پاءُ طريقو استعمال: انهن ٻنهي کي ملائي کري خارش واري جڳھ تي لڳائبو انشاءَ الله خارش ختم ٿي ويندي.

## پاڙيسريءَ کي ايذائيندڙ مسلمان نہ آهي
## مولانا شهاب الدين راهمون

حضرت ابو شريح کان روايت آهي تہ حضور انور ﷺ جن فرمايو:

وَاللّٰهِ لاَ يُؤْمِنُ، وَاللّٰهِ لاَ يُؤْمِنُ، وَاللّٰهِ لاَ يُؤْمِنُ قِيلَ: وَمَنْ يَا رَسُولَ اللّٰهِ؟ قَالَ: الَّذِي لاَ يَأْمَنُ جَارُهُ بَوَايِقَهُ (رواه بخاري)

الله جوقسم اهو مؤمن نہ آهي، الله جو قسم اهو مؤمن نہ آهي الله جو قسم اهو مؤمن نہ آهي.عرض ڪيو ويو: ڪير اي الله جا رسول ﷺ فرمايائون تہ اهو شخص جنهن جي ظلمن کان ان جو پاڙيسري محفوظ نہ هجي

الحمد لله اداراه رهبرِ شريعت جي زيرِ اهتمام پرڀالوءِ شهر ۾ هڪ معياري ديني ادارو دارالعلوم قائم ڪيو ويو آهي جڏهن ته هر مهيني درود شريف جو پڻ ختمو ڪڍيو ويندو آهي جنهن ۾ اڪابرين علماءِ ڪرام ۽ اتحادِ امت مسلمہ ۽ ان جي فلاح ۽ بهبود ۽ ملت اسلاميہ پاڪستان جي حفاظت لاءِ دعائن جو اهتمام پڻ ڪيو ويندو آهي

# جامعہ اسلامیہ دار الرشاد

## خانقاہ عالیہ قادریہ راشدیہ

گبول آباد سُپّر ھائی وے بحریہ ٹاؤن کراچی

استاذ العلماء حضرت مولانا محمد یوسف افشانی صاحب حفظ اللہ جامعہ فاروقیہ کراچی

شیخ الحدیث مولانا جان محمد صاحب جامعہ اسلامیہ کلفٹن کراچی

شیخ الحدیث سید بدیع الدین آغا صاحب مد ظلہ

سرپرستی

حاجی عبد الغفور گبول

حاجی گبول رفیق احمد

## حفظ وناظِرہ

## دُرس نظامی مُکمّل

## تعلیم بالغان

### خصوصیات

درجہ اولیٰ میں صیغہ اور ترکیب اور تصحیح عبارت آسان انداز میں ملکہ پیدا کیا جاتا ہے

درجہ دورہ حدیث کے طلباء کے لئے نادر موقعہ

فضلاء کیلئے منطق کُبریٰ اور فلسفہ شاہ ولی اللہ

اصول حدیث کا اجراء

اصلاحی ماحول

فتنوں پر مُناظرانہ تحقیق

اسماء الرجال

خانقاہ میں روزانہ بعد مغرب اجتماعی ذکر کی مجلس اور ماھانہ آیت کریمہ کا ورد اور اصلاحی بیان ھوتا ہے

مولانا ابو الحسن خلیق الزمان خلیفہ مجاز سر تاج الاولیا حضرت مولانا محمد حسن عباسی شاہ پور چاکر شریف نوابشاہ (نور اللہ مرقدہ) خلیفہ مجاز حضرت شیخ التفسیر مولانا احمد علی لاہوری وجنید وقت حضرت حماد اللہ ہالیجوی (رحمھم اللہ)

**نوٹ:** ادارہ میں وفاقی غیر وفاقی رھائشی اور غیر رھائشی کیلئے داخلہ ہے

بانی و مھتمم
کفایۃ الباری شرح اردو صحیح البخاری
شیخ الحدیث مولانا مفتی
**خلیق الزمان الکورائی الراشدی** حفظ اللہ

رابطہ نمبر 0300-3021464

Printed by: Shahmeer Solangi Hyd. 0313-3277665